# سنڌ ۾
# پکين ۽ جانورن جو شڪار


محمد اسماعيل عرساڻي

۽

غلام رباني





سنڌي ادبي بورڊ

پوسٽ باڪس نمبر 12،

حيدرآباد سنڌ.

هن ڪتاب جا شروعاتي ۸ پيج ۽ ڪور سنڌي ادبي بورڊ پريس، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ ۾، ۽ باقي متن سردار پريس، ڪاڏي ڪاتي، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو، ۽ مسٽر ظفر حسن سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# سنڌ ۾
# پکين ۽ جانورن جو شڪار

محمد اسماعيل عرساڻي

۽

غلام رباني



سنڌي ادبي بورڊ

پوسٽ باڪس نمبر 12

حيدرآباد سنڌ.

چاپو پهريون | 1977ع | تعداد 1000





قيمت: پنج رپيا

[Price: Rs. 5.00]


"SIND MEIN PAKHIAN AIN JANWARAN JO SHIKAR"

(Game and Hunt in Sind.)


**By:**
Muhammad Ismail Ursani
&
Ghulam Rabbani



**Published by**: Sindhi Adabi Board,
P.O. Box 12, Hyderabad, Sind,
Pakistan.
First Edition: 1977.

# حرف آغاز

جڏهن منهنجا ٻه مضمون (١) هرڻن جو شڪار ۽ (٢) تترن جو شڪار، ”مهراڻ“ سه ماهي رسالي ۾ شايع ٿيا ته ڪن احبابن مون کي تحسين جا خطوط لکيا، مان سندن ممنون آهيان جو هنن خدمت تي داد ڏيئي فرمايائون ورنه اسان سنڌين ۾ البت اها سستي ضرور آهي جو ٻه اکر لکي ڪنهن ليکڪ جو حوصلو وڌائجي.

وڌيڪ جو ريڊيو تي تبصرو آيو ته هنن مضمونن جو سلسلو شڪار جي شوقينن لاءِ نهايت پسنديده آهي. ان ڪري چيم ته سنڌ جا سمورا شڪار لکي پورا ڪريان. وڌيڪ جو منهنجي محترم دوست غلام رباني صاحب فرمائش ڪئي ته سنڌ جا شڪار لکي پورا ڪريو ته اسان انهن کي جدا ڪتابي صورت ۾ ڇاپيون. تنهن هوڪاري منهنجي عزم کي پختو ڪيو ۽ جملي ڇهه شڪار لکي پورا ڪيم جي آهن:-

(١) تترن جو شڪار (٢) هرڻن جو شڪار (٣) ٻلبلين جو شڪار (٤) ٻلن جو شڪار (٥) ميرن (سوئرن) جو شڪار (٦) ڍنڍ جي پکين (آبي پکين) جو شڪار.

هونئن ته ٻيا ننڍا ننڍا شڪار به سنڌ ۾ ڪيا ويندا هئا جهڙوڪ: سهن جو شڪار، روجهه جو شڪار، تلور جو شڪار ۽ ڦاڙهي جو شڪار وغيره. ليڪن انهن تي گهڻو لکي ڪونه سگهيو آن ڪري انهن کي درگذر ڪيم. ٻيا وڏا شڪار چيتي جو، شينهن جو، رڇ جو ۽ هاٿي وغيره جا آهن جن بابت مون کي ڪافي معلومات آهي جا مون کي مرحوم سيد محمد علي شاه دربيلائي ۽ مرحوم عثمان علي انصاري جي صحبت مان فراهم ٿي. بهرحال اهي شڪار سنڌ جا نه آهن ۽ نه وري مون اکين سان ڏٺا آهن. تنهنڪري انهن کي به ترڪ ڪريان ٿو. جا ڳالهه مان اکين سان نه ڏسندو آهيان ان تي قلم فرسائي ڪرڻ جي جسارت نه ڪندو آهيان. ٻڌل معلومات ڪيتري به هجي ٻر چيو اٿن ته:

شنيده ڪي بود مانند ديده . ترا ديده و يوسف را شنيده

بهرڪيف مون ته فقط غلام رباني صاحب جي حڪم جي تعميل ڪئي آهي ۽ سڀ مضامين سنڌس حوالي ڪيا آهن. وديڪ رموز سلطنت خويش خسروان دانند

محمد اسماعيل عرساڻي

حيدرآباد سنڌ

٣١-١٢-١٩٧٦ع

# پيش لفظ

سر رچرڊ برٽن اڻويهين صدي عيسويءَ جي انگريز مشاهيرن ۾ ممتاز حيثيت رکي ٿو. هو صحيح معنيٰ ۾ ”هر فن مولا“، شخص هو. تنهن ڏينهن ۾ سنڌ تي انگريزن جي بادشاهي هئي، سو برٽن به سانگي سان سنڌ ۾ اچي نڪتو. هن سنڌ بابت گهڻا ئي ڪتاب لکيا، جن ۾ هڪڙو ”بازن سان شڪار“ جي موضوع تي هو. اهو ڪتاب، توڙي برٽن جا لکيل سنڌ بابت ٻيا ڪتاب ڪافي وقت کان اڻلڀ هئا، ليڪن هاڻي عام جام ملن ٿا، جو آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس انهن کي دوباره شايع ڪيو آهي. سنڌي ادبي بورڊ سندس هڪ ڪتاب جو ترجمو ”سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون“ نالي سان شايع ڪيو آهي، جنهن ۾ برٽن جي حياتيءَ جو مختصر احوال به ڏنل آهي؛ پر بازن جي شڪار وارو ڪتاب اڃا به اڻلڀ آهي. سنه ١٩٦٢ع ۾ اهو ڪتاب مون کي اتفاق سان هٿ اچي ويو، سو مون ان مان ٻه ـ ٽي مضمون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، ماهنامي ”نئين زندگي“ ۾ ڇپايا. تازو سنڌي زبان جي بزرگ اديب محترم محمد اسماعيل عرساڻي منهنجي گذارش تي سنڌ ۾ شڪار جي موضوع تي مضمون لکي ڏنا، جي

مون هڪ هڪ ڪري اول سه ماهي مهراڻ ۾ ڇپايا ۽
پوءِ انهن کي گڏ ڪري ڪتاب جي صورت ۾ شايع ڪرڻ
لاءِ پريس ۾ موڪليم. مون کي مناسب نظر آيو ته
باز جي شڪار تي مٿي ذڪر ڪيل ٻن جا تي مضمون
به ڪتاب ۾ ضميمي طور ڏيئي ڇڏجن ته جيئن سنڌ ۾
شڪار جي موضوع بابت اهو سمورو مواد هڪ هنڌ
محفوظ ٿي وڃي. سنڌ ۾ شڪار صدين کان وٺي امير
توڙي غريب جو دلپسند شوق ۽ شغل رهيو آهي.
سو ان موضوع تي تمام گهڻي معلومات گڏ ڪري
هڪ شاندار ضخيم ڪتاب شايع ڪري سگهجي ٿو.
بهرحال جيسين ائين ٿئي، تيسين اميد آهي ته هي ڪتاب
شڪار جي شوقينن ۽ عام پڙهندڙن کي ٿورو گهڻو
ڪم ايندو.

سنڌي ادبي بورڊ
۳۱-۱۲-۱۹۶۷ع

غلام رباني

# فهرست



مصنف: سر رچرڊ برٽن

مترجم: غلام رباني.

(۱)

# تترن جو شڪار

گهڻن ماڻهن کي پڇ پڇ جي عادت کان بيزاري لڳندي آهي. منهنجي خيال ۾ پڇ پڇ جي عادت فائديمند ثابت ٿي آهي. مان سڄي عمر تعليم کاتي ۾ ماستر ۽ انسپيڪٽر ٿي رهيو آهيان. اسان کي ته اها سکيا ڏني ويندي هئي ته ٻارن جي پڇ پڇ جي عادت کي هرگز نه دٻايو وڃي. علم به بحث پائدار ٿي نه سگهندو. سکڻ آهي ئي پڇڻ مان.

شيخ سعدي سڳوري فرمايو آهي ته "تا پير شوي بياموز" هر ڳالهه جو ڪجهه نه ڪجهه علم هجڻ ضروري آهي. مان ماستر ٿيس ان جو اهو مطلب نه آهي ته سواءِ پڙهائيءَ جي ڪم جي مون کي باقي ڪابه ڄاڻ هئڻ نه کپي: يا هڪ دين جي عالم کي سواءِ فقهي مسئلن جي ٻي ڪابه جهان جي ڄاڻ رکڻ نه گهرجي. مثنوي شريف جي هڪ حڪايت آهي ته هڪ عالم سڳورو پتڻ تي آيو ۽ اچي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو. ميربحر

(ناخدا) سان ڳالهيون ڪندي ميربحر کان پڇيائين ته
”ڪي پڙهيو آهين؟“ ميربحر جواب ۾ پنهنجي اڻپڙهائيءَ
جو اظهار ڪيو. عالم چيس ”افسوس، جو تو اڌ حياتي
وڃائي!“ ميربحر ويچاري صبر ڪيو. ٻيڙي هلندي رهي
۽ جڏهن وچ سمنڊ تي آئي، تڏهن سخت طوفان شروع
ٿيو. ميربحر ٻيڙيءَ ۾ ويٺل مسافرن کي خطري جو
اطلاع ڏنو، ۽ عالم سڳوري کان پڇيائين ته ”حضور!
ڪي ترڻ سکيا آهيو؟“ عالم سڳوري جواب ڏنو ته ”اسان
جو ڪم علم سان، ترڻ سان ته ڪڏهن واسطو ئي
ڪونه پيو.“ ان تي ميربحر ٿڌو ساهه ڀري چيو ته
”افسوس، توهان اڄ پنهنجي سڄي حياتي وڃائي!“

مطلب ته جڏهن ڪنهن ڪچهريءَ ۾ وڃجي، ۽
ڪابه گفتگو نه ڪري ته ڪم از ڪم اسان کي هر موضوع
بابت ٿوري گهڻي ڄاڻ ضرور هئڻ گهرجي ۽
جنهنڪري هو محفل جي گفتگو ۾ ڪو نه ڪو حصو
وٺي سگهي ۽ بلڪل ڪورو هئڻ سبب لڄي نه ٿئي.

استاد ارسطا طاليس هڪ دفعي ستار ويٺي وڄائي ته
ڪو عالم لنگهي آيو ۽ ارسطوءَ کي چيائين ته ”اوهان
جهڙي بزرگ کي هيڙو ڪيرٻل قسم جو ڪم ڪندي
شرم محسوس نٿو ٿئي.“ ان تي ارسطوءَ وراڻيو ته ”شرم
جو مقام ته ان وقت آهي، جڏهن ٻيا سڀ ستار
وڄائڻ ڄاڻندا هجن ۽ مان هڪڙو ئي ڪورو هجان.“

مذڪوره چند سٽن لکڻ مان مقصد اهو آهي ته مون پنهنجي طبيعت ۾ ٻچپڻ جي عادت پڪي ڪري ڇڏي هئي ۽ جنهن به موضوع ڇڙيندو هو ته ان ۾ ڪجهه دلچسپي وٺندو هوس. جا ڳالهه نه سمجهندو هوس ان جي پڇڻ جي ضرور ڪوشش ڪندو هوس. محض اهو خيال (اجائي) سان نه ته هي جاهلن، اڻ پڙهيلن، يا ڇوڪرن جي ڪچهري آهي ۽ ان ۾ وقت وڃائڻ فضول آهي، مون ڪڏهن به پنهنجي مٿي قبول نه ڪئي. پڙهيل ته فقط ڪتابن جي وسيلي ڄاڻ حاصل ڪن ٿا، پر جن کي اڻ پڙهيل سڏيون ٿا، تن جي ڄاڻ خود پنهنجي تجربن ۽ چشم ديد واقعات تي مبني هوندي آهي. اهو بلڪل صحيح آهي ته:

شنيده ڪي بود مانند ديده
ترا ديده و يوسف را شنيده

هن کان اڳ مون پکين جي شڪار، پاڻين جي شڪار ۽ ڍنڍن جي پکين جي شڪار تي مضمون لکيا آهن ۽ هينئر تترن جي شڪار تي قلم کنيو اٿم.

تترن جي شڪار بابت عام معلومات مون کي پنهنجي عزيز دوست، فريد خان چانڊئي بلوچ ساڪن ڪيڏڻ کان ملي هئي. هو صاحب تيترن جي شڪار جو بذات خود وڏو شوقين ماڻهو هوندو هو ۽ تتر ڏاريندو ۽ ويڙهائيندو به هو. ۽ مون کي تترن جي شڪار بابت عجيب

غريب ڳالهيون پڌائيندو هو، جي منهنجيءَ دل تي نقش برسنگ ٿي ونديون هيون. مون کي بارها پکيءَ جي شڪار تي وڃي بہ ملندو هو تہ ان شڪار جو چشم ديد مطالعو ڪريان ۽ لطف اندوز ٿيان. بيشڪ اکين سان ڏسڻ ڪنن کان ٻڌڻ کان هزارين دفعا بهتر آهي.

تترن جا قسم: سنڌ ۾ تترن جا فقط ٽي قسم ٿيندا آهن ١- ڪارا ٢- ڀورا ٣- ايراني.

مٿيان ٽيئي قسم لڳ ڀڳ شڪل ۾ هڪجهڙا هوندا آهن، فقط رنگ جو تفاوت هوندو آهي. ڪاري نر تتر جي پاسي وارا کنڀ چٽڪمرا ۽ ڪارا اڇين ٽڙين سان هوندا آهن، باقي سينو صاف ڪارو ۽ پٺيءَ وارا ۽ ڪنڌ جا کنڀ بہ ڪارا ٿيندا اٿس. ڪنڌ وارا کنڀ پڻهي پاسي صاف اڇا ٿين ٿا. ٽنگهن تي ڪڪڙ وانگي ڪڙهون (سيخون) ٿينديون اٿس، مگر اهي مڏيون هونديون آهن ۽ نوڪدار نہ هونديون آهن. هي پکي تمام حسين ٿيندو آهي، مگر سندس ماديءَ جي بدن جا کنڀ ڀورا ۽ چٽڪمرا ڀورن تترن جي نموني هوندا آهن ۽ هيءَ شڪل ۾ حسين ۽ وڻندڙ نہ هوندي آهي. ڪارو تتر قد بت ۾ ڀوري تتر کان وڏو ۽ قداور ٿيندو آهي. هن قسم مان فقط نر ٻچو ساڻهو شڪار لاءِ يا ٻوليءَ ٻڌڻ لاءِ پاليندا آهن. هن جي مادي ڪانہ پالبي آهي

ڇو ته هوءَ نر سان گڏ ڪانه ٻوليندي آهي. هي ٻکي ولر ڪري نه رهندا آهن، پر هر هڪ اڪيلو پنهنجي منهن رهندو آهي. فقط لڳ جي وقت هڪ نر تتر سان ٽي - چار ماديون گڏ ڏسبيون آهن، پر جڏهن اهي ماديون آنن تي آرو ڪري ويهنديون آهن، تڏهن نر تتر انهن کي ڇڏي اڪيلو پنهنجي منهن وڃي گهمندو آهي ۽ وري مادين جي خبر نه رکندو آهي. ماديون ٻچن ڦوڙڻ بعد ٻچن کي تيستائين پاڻ سان رکنديون آهن جيستائين وري لڳ جي موسم اچي. پوءِ ٻچن کي الوداع ڪري نر کي ڳولي وڃي لهنديون آهن ۽ ٻچن مان هر هڪ جدا پنهنجو رستو وٺندو آهي. هن جنس ۾ نر ٿورا ۽ ماديون گهڻيون هونديون آهن، ڇاڪاڻ ته ڪارو نر، تتر شوق ۾ اچي وڏي ناز ۽ غرور سان ڪنهن دڙي يا ڪاٺ جي ٻنڌ يا ٻنيءَ جي ٻنڌ ٻني تي چڙهي سکڻي ميدان ۾ هڪ جاءِ تي ويهي ڪجھ وقت لڳاتار ٻوليندو آهي، جنهنڪري شڪاري ماڻهو، توبچي، بازن وارا ۽ لاون وارا ڪيس آسانيءَ سان ماري وٺندا آهن. مگر مادي اصل نه ٻوليندي آهي ۽ ڪکن ڪانڊيرن ۾ لڪل ۽ محفوظ رهڻ ڪري بچاءَ ۾ رهندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو لڳ جي وقت ۾ هڪ نر سان گڏ چار - پنج ماديون هونديون آهن.

- ڀورو تتر:- هن تتر جي نر توڙي ماديءَ جو رنگ هڪجهڙو هوندو آهي. سيني وارا کنڀ ڀورا ڪجهه

اچائيءَ ڏانهن مائل هوندا آهن جنهن تي ڳالهائڻ تي
مائل نهندا ڇيتا داب دابي وارا هوندا آهن. ۽ ٻنيءَ وارا
ڪنهن پورا ۽ ڳالهائڻ داڻي وارا هوندا آهن ۽ نر کي
جنگهن تي ڪڪڙ وانگي ڇهنبدار ڪڙهون (ميخون)
هوندڀون آهن، جي پاڻ ۾ وڙهڻ وقت استعمال ۾ آڻيندا
آهن؛ باقي ماديڻ کي ڪڙهون (ڪنهن به قسم جي ٽنگڻ
کي) نه ٿيندڀون آهن. هي پکي گهڻو ڪري ولڙن جي
صورت ۾ هوندا آهن. بعضي ته ڏهه - ٻندرهن پکي ولڙ
۾ ڏسبا آهن؛ مطلب ته هي ٻن - ٽن پيڙهين تائين گڏ
رهندا آهن، بعضي منجهن اوچتو خاص جنگي ٿيندي آهي
جهڙڪري ڏار ڏار ٽوليون ٿي ويندا آهن. ان جي باوجود
جوڙو ٽتر هڪ نر ۽ هڪ مادي پاڻ ۾ ضرور گڏ
هوندا آهن، ۽ گڏجي پوليندا آهن. وڙهڻ جي وقت
۾ مادي نر جي مددگار هوندي آهي. سندس ٻولي
سيٽيءَ وانگر هوندي آهي ۽ تيز ۽ زور سان ٻولي نر
کي وڙهڻ لاءِ همٿائيندي آهي. بعضي ٻنهي طرفن جون
ماديون پاڻ ۾ وڙهڻ شروع ڪري ڏينديون آهن ۽
نر ٽتر پاڻ ۾ وڙهي ڪڙهن سان هڪٻئي کي رتوڇاڻ
ڪري وجهندا آهن. اهڙي ويڙهه وري وري ميدان
ڪرڻ سان اڌ ڪلاڪ تائين به هلندي آهي جنهن ۾
هارايل ڌر اها جنگ ڇڏي ٻئي طرف ڀڄي ويندي آهي.
کٽيندڙ ڌر فاتحانه انداز ۾ انهيءَ ميدان جنگ واريءَ
جاءِ تي ڪجهه وقت پوليندي رهندي آهي. ان بعد

ورئي وٽجي چڳڻ کي لڳندي آهي. مطلب ته هن قسم جي ٽِڙن ۾ نر ماديءَ جو گڏ هجڻ لازمي آهي جيڪڏهن ڪنهن به جوڙيءَ مان هڪ مارجي وڃي ته ٻيو پريشانئ تي دانهون ڪندو رهندو، جيستائين ڪيس ڪو ٻيو جوڙيوال نه ملي.

هي ٽڪي ڏيڻ وارن زمينن ۾ گهڻو ڏسبو آهي؛ سو به واهن تي ٻيلن يا ڪڙهن تي ٻيلن چارڻ ۽ ڪيڻ واري جهنگل ۾. مگر ڪارو ٽِڙ ڏيڻ واريءَ زمين ۾ گهٽو ۽ ٻوٽن واري هنڌ تي تمام ٿورو ڏسبو آهي. ان جي برعڪس ٻورو ٽِڙ خشڪ ٻوڪ واريءَ زمين، ٻوٽن ۽ ٿر جي پٽن واريءَ وٽڪار ۾ گهڻو ڏسبو آهي. هي ٽڪي ڪاري ٽِڙ کان ٻڌن ۾ هلڪو ۽ سونهن ۾ گهٽ هوندو آهي.

افراني ٽِڙ:- هي ٽِڙ عين بعين ٻوري ٽِڙ جهڙو ۽ ساڳين وصفن وارو هوندو آهي. تفاوت فقط اهو هوندو اٿس ته هي قداور ۽ بدن جو ڳورو هوندو آهي. وزن ۾ ڪاري ٽِڙ کان به زياده وزني ٿيندو آهي. سندس ٻولي ڪري ڪرڙات واري ۽ گهٽ وڻندڙ هوندي آهي. هي ٽِڙ خاص ڪري وڙهائڻ لاءِ ڪڪڙ وانگي ڌاريو آهي. ڪي ماڻهو جوڙي نر ۽ مادي گڏ پاليندا آهن ۽ ڪي فقط اڪيلو نر پاليندا آهن. هنن جي وڙهڻ تي سون ۽ هزارن رپين جون بازيون لڳنديون آهن.

پيدائش ۽ رهائش: هي جهنگ جا پکي آهن ۽ جهنگ ۾ رهندا آهن ۽ اتي ئي ٻچا ڪندا آهن. ڪاري تتر جي مادي لڳ ڀڳ جي وقت ۾ ڪاري تتر کي ڪولي وڃي هڪ ساٿ گڏبي آهي، پر جيڪڏهن اتفاقاً ڪارو تتر باز وغيره جي خوف کان يا موسم جي خرابيءَ سبب ٻوليندڙ نه هوندو ته پوءِ جنهن جوءِ ۾ نر تتر گهمندڙ هوندو، انهيءَ هنڌ پهچي مخصوص انداز ۾ هڪ ٻولي ڪندي، جيئن ڪڪڙ آني جي وقت ڪُڙ ڪُڙ جي ٻولي ڪندي آهي. بالڪل انهيءَ طرح ڪاري تتر جي مادي اها سندس مخصوص ٻوليءَ ۾ ٻوليندي آهي، جنهن جي ٻڌڻ سان ڪارو تتر ڪيترن خطرن جي باوجود ليڪي ڇڙي ماديءَ وٽ پهچي ويندو آهي ۽ ان کي پاڻ کان هرگز جدا ٿيڻ به نه ڇڏيندو آهي، جيستائين هوءَ آري تي نه ويهندي. اهڙيءَ طرح هو ٻي - ٻي چار - چار ماديون وٺي پاڻ سان گهمندا آهن. هي پکي گهاٽو ڪري ڇڏيل ٻارين زمينن ۾ رهندا آهن ۽ رات جو وسندي به زمين تي ڪندا آهن. مادي آنا ڪنهن لٽيءَ يا ڪانهن جي گهاٽن ٻوٽن ۾ ٿورو ککن کي ڇڙي مروڙي ان جي مٿان لاهيندي آهي، ۽ جڏهن آري تي ويهندي آهي تڏهن نر تتر ڪنهن ڇڏي ڏيندو آهي ۽ وري انهيءَ ماديءَ يا سندس ٻچن جي ڪابه پوئواري يا پرگهور نه لهندو آهي. مادي ٻن - ايائن هفتن بعد ٻچا ڦوڙي اٿندي آهي ۽ اڪيلي سر ٻچن کي

ڇڳائيندي آهي، جيستائين هو لائق ٿين. اهو عرصو گهڻو ڪري پنج - ڇهه مهينا هوندو آهي.

تترن جا سڀئي قسم سال ۾ ٻه دفعا ٻچا ڪندا آهن. موسم بهار ۽ موسم سرءُ، اهي ٻئي مندون تترن جي ٻچن ڪرڻ جون هونديون آهن. ٻچن ڄڻڻ کان پوءِ اول ننڍا ڪيڙا، پوءِ وڏا ڪيڙا، ماڪوڙا، اناج جا داڻا، ان بعد وڏا مڪڙ ۽ مڪڙيون ۽ اهڙي قسم جون ٻيون شيون، ماءُ انهن کي کارائيندي رهندي آهي ۽ هو آهستي آهستي هري، پوءِ پنهنجو چوڳو خود هٿ ڪري کائيندا آهن. هي پکي جيتوڻيڪ رات ڏينهن زمين تي رهندا آهن، ان هوندي به، هو پنهنجي حفاظت ۾ وڏا چالو هوندا آهن، ۽ اوچتو ئي اوچتو اهڙا ڇپي ويندا آهن جو ڳولهڻ سان به نه لڀندا آهن. سنڌي ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي لڪڻ لاءِ مثال ڏبو آهي ته هو ڪارڙي تتر وانگر ڇپي ويو. اهڙيءَ حالت هوندي به ڪيترائي ٻچا جهنگلي جانورن ۽ شڪاري پکين جي ور چڙهي انهن جو قوت ٿي ويندا آهن، اهو ئي سبب آهي جو ڪارڙو تتر پوري تتر جي ڀيٽ ۾ گهٽ انداز ۾ ڏٺو ويندو.

پورا تتر، جهنگ ۾ رهندا آهن، جتي جهنگ ۽ ٻنيون ڪڻڪ جي ڪڙهن ۽ ٻوٽن وارن ٽڪرن يا واريائي هنڌن تي هوندا آهن. هي پاڻ ۾ ٻولر ڪري رهندا آهن ۽ ويڙهه وقت گڏجي مقابلو ڪندا آهن. ڏينهن جو زمين

تي گهڻي ڦري چوڳو حاصل ڪندا آهن ۽ سندن قوت
اناج، ڏٿ، ڄارين جي مڪ ۽ ٻيرون، ڪيڙا ماڪوڙا ۽
تيڏيون، مڪوڙيون ۽ مڪڙ هوندا آهن؛ خاص ڪري
ننڍين ٻچن جو گذران جيٽن، گهوڙن ۽ ڳڌهن جي لڌ
۾ پيدا ٿيندڙ ڪيڙن ۽ اڌوهيءَ تي هوندو آهي. هنن
ٻچن ٻالڻ لاءِ نر ماديءَ گڏيل ڪوشش ۾ مصروف
هوندا آهن. ڪنهن اوچتي خطري وقت ماءُ يا پيءُ
جي ڪنهن خاص ٻوليءَ تي يا آواز تي ٻچا يڪدم
هيڏانهن هوڏانهن ڀڪڙجي ۽ ڇپي ويندا آهن ۽ خطري
لهڻ بعد مائٽن جي سڏڻ تي وري اچي گڏ ٿيندا آهن.
انهيءَ دوران نر ۽ مادي، ٻچن سميت رات ۽ ڏينهن
گڏ رهندا آهن. مگر جيئن ئي ٻچا اڏامڻ جيڏا ٿيندا
آهن، ته پوءِ گڏجي اچي ڪنهن گهاٽي وڻ تي
رات جو رهڻ لاءِ انتظام ڪندا آهن، جو ته هي تتر
رات جو وڻ تي گذاريندا آهن. انهي رهڻ لاءِ ڪو
آکيرو وغيره ڪونه ناهين، مگر هر ڪو علحده علحده
پنهنجي خيال موجب ڪنهن شاخ تي ويهي رات
گذاريندو آهي. صبح ٿيڻ شرط وري هيٺ لهي وڃي
پٽ تي چوڳو چڳيندا آهن. خاص طرح سياري جي
موسم ۾ جڏهن پوکون، ٻوٽن ۽ ٻرن ۾ ساوڪ گهٽ ٿي
ويندي آهي ۽ آباديون وغيره به گهٽ ٿي وينديون
آهن يا ختم ٿي وينديون آهن، تڏهن هنن پکين جو
خاص کاڌو پوٽن تي ٿيندڙ سنهڙو گاهه هوندو آهي.

جنهن کي ڪلورو چوندا آهن. اهو گاهه سياري ۾ بلڪل سڪي ويندو آهي، ان جي پاڙن ۾ لاهوري گجرن وانگر انڊيون، ڳنڍيون گول بصر جي نموني تي ٿينديون آهن، جن کي ڏاڄوڙا يا موٿ چوندا آهن ۽ اهي زمين اندر ٿينديون آهن، تن کي زمين مان کوٽي ڪڍي کائيندا آهن. اهو سنڌ خاص ڪاڏو ٿيندو آهي.

ايراني تتر خاص ڪري ويڙهه لاءِ پاليندا آهن. هنن جا بچا هڙتالو نموني پيدا ڪرائبا آهن. ڏاريل نر مادي تتر جو پيرو پاس، نيٺ يا آچين جي منهن ڪامڻ مان نڪيل هوندو آهي، جنهن جا ٻه پاڳا هوندا آهن. هر هڪ پاڳي جو هيٺيون حصو چوڪنڊو ۽ مٿيون چوڙري (ڪکائين گهر) وانگر محفوظ نموني هوندو آهي. ننڍي پيرن جو هيٺيون حصو ملڻ ۽ چوٽيون جدا هونديون آهن. سنڌن چوٽين کي پاڻ ۾ ملائڻ لاءِ هڪ جنڊيءَ چڙهيل ڳني جڙيل هوندي آهي، جنهن سان پيري کي ڪٽي هلي سگهبو آهي. ننڍي پيرن ۾ ڏار ڏار دريون هونديون آهن، جتان تتر اندر وڃي ٻاهر نڪري سگهندا آهن. ننڍي پيرن جي وچ ۾ هڪ دري هوندي آهي، جنهن جي کولڻ تي نر ۽ مادي پاڻ ۾ هڪ پيري ۾ گڏجي سگهندا آهن. ٻچن ڪرڻ وقت خاص طرح انهن ڪيو ويندو آهي، مگر ٺڪ واري وقت وڏا ۽ ويڪرا پيرا استعمال ڪيا

ويندا آهن، جنهن ۾ تتر سهوليت سان لڳ ڪري سگهن ۽ مادي آزاديءَ سان آنا لاهي ۽ انهن تي آرو ڪري سگهي. ڪي ڪي شوقين نيتري اهڙن تترن کي پڃرن کان ٻاهر ڪيڏي لڳ ڪرائيندا آهن ۽ انهن جا آنا پاڻ وٽ سنڀالي رکندا آهن. پوءِ ڪنهن چارپيدار پڃري ۾ مادي تيتر کي آري تي ويهاريندا آهن. ننڍڙن ٻچن کي اول ڪنڊرون ۽ ننڍڙا ڪيئان ۽ پوءِ اناج، پکڙن جو ڏارو وغيره کارائيندا آهن. اهڙي قسم جا ٻچا وڏيءَ قيمت تي تترن ويڙهائڻ وارا شوقين خريد ڪري وٺي ويندا آهن.

**تترن جو پالڻ:** - سيئي تترن ۾ ڪارو تتر پالڻ تمام ڏکيو آهي، ڇو نه ته تتر طبيعت جو شوخ هوندو آهي ۽ ماڻهوءَ سان جلد ۽ آسانيءَ سان نه هرندو آهي؛ انهيءَ ڪري هن کي ڇڙڻ سان پروقت هٿ ڪبو آهي، جيئن جهنگ ۾ گهٽي رهڻ جو ڪيس ڪوبه سڌ سماءُ نه پوي. ان لاءِ تتريءَ کي آري تي ويٺل حالت ۾ هٿ ڪبو آهي ۽ روزانو ان جي نظرداري ڪبي آهي، ۽ جيئن ٻچا ڦٽندا آهن، تيئن انهن کي ٻهرڻين يا ٻئي ڏينهن تي ڪٽي اڇبو آهي. ۽ گهڻو ڪري گهٽ ۾ گهٽ چار يا پنج ٻچا ڪٽي اڇبا آهن، ڇو ته ڪاري تتر جي ٻچن ۾ نر ٿورا ۽ ماديون گهڻيون نڪرنديون آهن. ڪڏهين هوندي سنڌن نر يا ماديءَ جي هجڻ جي ڪابه خبر نه پوندي آهي، انهيءَ ڪري گهڻا ٻچا ساڳئي

وقت پالبا آهن ته جيئن انهن مان ڪو هڪ نر ٻچو
ملي وڃي. شڪار لاءِ خواهه سونهن لاءِ نر ٻچو ڪم
ايندو آهي. مادي، فقط خفتي پاليندا آهن، جيڪي مادي
تيتريءَ واري ٻولي، جيڪا هوءَ نه لڳ وقت ڪندي
آهي، سا ڪري سگهندا آهن. اهڙا مثال نهايت ٿورا
ٿيندا آهن، مگر عام طرح نر ٻچا ڪم ايندا آهن. ٻچن
کي دم ڪرڻ بعد انهن کي پالڻ جو ڪم نهايت
ڏکيو آهي، ڇو ته هو ماءُ کان جدا ٿيڻ سبب ٻچي نه
سگهندا آهن. تنهنڪري انهن کي بچائڻ لاءِ پوري تتر
جي پالڻ ٿيڻ ٻچن شان اڳ ڏي پڃري ۾ واهائبو آهي،
جيئن هو انهن جي ڪنين ۾ لڪي ويهي رات جو سيءَ
کان بچاءُ حاصل ڪري سگهن، پر جيڪڏهن پوري تتر
جا ٻچا نه هوندا آهن، ته پوءِ پڃري ۾ ڪپهه وجهي
ٻچن لاءِ ننڍڙو گهر تيار ڪبو آهي، جنهن ۾ هو اندر
آرام ڪري سگهن. اهڙيءَ گهر کي، هر وقت درست
۽ صاف رکبو پوندو آهي. انڊن ٻچن کي، اول سندن
ڇهڻ کولي، ان ۾ گڏرون وجهڻيون پونديون آهن.
اهڙيءَ طرح سندن ڪاڏي جو انتظام ڪبو آهي. پنجن
ستن ڏينهن بعد هو اهڙيءَ ڪاڏي تي هري ويندا آهن،
پوءِ گڏرون سندن اڳيان ڦٽيون ڪيون آهن ته خود
انهن کي کائي ويندا آهن. پندرهن ويهن ڏينهن بعد
ننڍيون تڏيون ۽ مڪڙيون جهلي، انهن جا ذرا ذرا
ڪري، کين کائڻ لاءِ ڏبا آهن. اهو عمل ايستائين جاري

رکيو آهي، جيستائين اناج کائڻ جهڙا ٿين. پوءِ کين ڀاڄيءَ يا چانورن جو ڏارو ۽ ڀڳڙن جو ڏارو کارائبو آهي. ڪجهه وڏي ٿيڻ بعد کين گوشت جا سنهڙا ذرا به کارائبا آهن. پنجن-ڇهن مهينن تائين ننڍن نر يا ماديءَ جي سڃاڻپ نه ٿيندي آهي ۽ وقت بوقت کنڀ بدلائيندا ۽ شڪل بدلائيندا رهن ٿا. ننڍن سڃاڻپ ڀڪيءَ طرح تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن نر ٻچي جي ڪنن وٽ ڳلن تي صاف اڇا کنڀ نڪري نروار ٿيندا آهن ۽ سيني تي ڪارا کنڀ اڇين ننڍين ٽڪڙين (ٽڪڙين) وانگي نڪرندا آهن ۽ پوءِ رفتي رفتي سڄو سينو ڪارو ٿي ويندو آهي ۽ سيني جي هيٺين پاسي اڇين ٽڙين وارا کنڀ هوندا اٿس. انهن ٻچن جي سڃاڻپ بعد مادين کي جهنگ ۾ ڇڏي ڏبو آهي ۽ فقط نر ٻچا پالبا آهن، جي گهڻو ڪري بهار جي موسم ۾ ٻولڻ شروع ڪندا آهن ۽ پوءِ سياري تائين ٻوليندا رهندا آهن. خاص طرح بهار ۽ سانوڻ ۾ موج ۾ هوندا آهن ۽ سڄو ڏينهن ٻوليندا رهندا آهن. فقط سياري جي سخت سرديءَ ۽ باز جي موجودگيءَ سبب ٿڌ وارا ٻه-چار مهينا ٻولي ڪونه ڪندا آهن.

پوري تتر جا ٻچا پالڻ، ڪاري تتر جي ٻچن کان آسان آهن، ڇو ته هنن جي سڃاڻپ سولي آهي. مادي ٻچن جون چنگهون لسيون هونديون آهن، پر نر ٻچن جي چنگهن تي ڪرڙهن (سيخن) جا ننڍڙا نشان ظاهر

هوندا آهن، جنهنڪري تترن جا شوقين سندن مرضيءَ
موجب نر ٻچا يا ماديون چاهين ته ڀلي سگهن ٿا.
گهڻو ڪري ڪي ماڻهو ٻہ ٻچا – هڪ نر ۽ هڪ ماديءَ
پاليندا آهن ۽ ڪي اڪيلو نر ٻچو پاليندا آهن. هن
قسم جا تتر آسانيءَ سان ماڻهوءَ ساڻ هري مري وڃن
ٿا. هنن جا ٻچا گهڻو ڪري جهنگ مان جهلي پاليندا
آهن. ڪجهه وڏا ٿيندا آهن ته پوءِ ماڻهن جي وات
مان وڄايل سيٽيءَ تي ٻولڻ شروع ڪندا آهن. هي ٻچا
جيترو ننڍا هوندا آهن، اوترو جلد ماڻهوءَ سان هري
ويندا آهن. نر ٻچو جلد ٻوليندو آهي، مگر مادي نر
سان گڏ وڏي ٿيڻ بعد ٻوليندي آهي ۽ جڏهن نر کان
جدا ٿي ويندي آهي، تڏهن هن کي ڳولڻ لاءِ ٻ ٻوليندي
آهي. سندس ٻولي سيٽيءَ وانگر هوندي آهي. هنن تترن
جي ٻچن کي ڪجهه وقت ڪيئان ۽ تڏيون وغيره
کارائبا آهن، پوءِ ٻاجهري، جانور ۽ ڀڳڙن جو ڏارو
ازخود کائيندا رهندا آهن. وارياسن پٽن يا ڊڊڙ واريءَ
زمين کي چهنب سان کوٽي اتو ڪري ان ۾ ليٽندا
آهن. جهڙيءَ طرح ماڻهو وهنجي بدن کي صاف ڪندو
آهي. تهڙيءَ طرح تتر واريءَ ۾ ليٽي تازا توانا ٿيندا
آهن، هنن پاليل تترن کي شڪار لاءِ لائوي طور ڪم
آڻبو آهي ۽ ڪي شوقين انهن کي ويڙهائيندا ۽
بازيون پڻ رکندا آهن.

## شڪار جا طريقا:

پهريون آهي بندوق سان شڪار: جڏهن ڪارو تتر ڪنهن ٻنب تي يا ڪنهن مٿاهين ٻنڌ تي چڙهي موج سان ٻوليندو آهي، ان وقت توبچي لڪي ڇپي وڃي ان کي ڏک هڻندو آهي. هن نموني فقط نر تتر جو شڪار ڪبو آهي. ٻيو نمونو آهي، لاٽو تتر ڪنهن گليل هنڌ تي رکبو آهي ۽ ان جي ٻولڻ تي ڪارو تتر جهنگ مان نڪري وڙهڻ لاءِ اچي ظاهر ٿيندو آهي. ان وقت لڪل توبچي کيس بندوق سان ماري وجهندو آهي. هن نموني به فقط نر تتر جو شڪار ٿيندو آهي. ٽيون نمونو آهي ته جهنگ ۾ يا ٻوڪن ۾ ٻه-چار ماڻهو لٺيون ۽ ٻاٺا کڻي ٺڪاءُ ڪندا ۽ هڪلون ڏيندا ايندا ۽ تترن کي اڏائيندا ايندا آهن، جنهن آواز تي تتر اڏامندا آهن، جن کي توبچي ڏک هڻندو ويندو آهي. هن نموني نر توڙي مادي ٻنهي جو شڪار ٿيندو آهي، مگر پوري تتر جو شڪار ٻيءَ طرح ٿيندو آهي. مانوڻيءَ جي موسم ۾ جڏهن ساوو ڪلورو (سنهڙو گاهه)، پوڻن تي جام ٿيندو آهي، تڏهن تترن جا ولر اتي ظاهر ظهور چگڻ لاءِ گهمندا آهن، يا سرءُ جي مند ۽ سياري ۾ جڏهن اهو ڪلورو سڪي ويندو آهي ۽ ان جي پاڙن ۾ ننڍا ننڍا ڏاچوڙا هوندا آهن، جيڪي زمين مان تتر چهنبن سان کوٽي انهن ڏاچوڙن کي کائيندا آهن. هيءُ سندن محبوب ۽ دلپسند خوراڪ هوندي آهي، ۽

اُن گاڏي تي تمام متارا ٽپيندا آهن. اهڙي وقت ۾ سڄو ولر گڏ هڪ هنڌ زمين کوٽڻ ۾ مشغول هوندو آهي. اهڙن وقتن تي جڏهن تتر کليل ميدان ۾ هوندا آهن، تڏهن توبچي لڪي مٿن فائر ڪندو آهي، جنهن ڏڪ سان هڪ ڪان وڌيڪ، ٻه-ٻه، ٽي-ٽي، چار چار گڏ هڪ ڏڪ ۾ ٻه اچي ويندا آهن. ٻيو نمونو ته شام جو جڏهن تتر وڻن تي وڃي ويهندا آهن، ان وقت کين بندوق سان ماري سگهبو آهي. ٽيون نمونو ڪاري تتر جي شڪار وانگي ماڻهن جي مدد سان جهنگ مان تڙي پوءِ کين بندوق سان ماربو آهي. انهن ٽن طريقن سان پوري تتر جو شڪار بندوق سان ڪري سگهبو آهي. ان کان علاوه جهنگ ۾ لڪي پوري تتر جو شڪار بندوق سان ڪرڻ محال آهي.

بازن سان شڪار ڪرڻ: باز سرد ملڪن جي پيداوار آهن. اسان جي سنڌ ۾ سياري ۾ ايندا آهن ۽ اونهاري جي شروعات ۾ واپس هليا ويندا آهن. بازن جا گهڻائي قسم آهن. هو جڏهن سنڌ ۾ ايندا آهن، تڏهن بازن جا شوقين انهن کي گهولي، سندن رات جي ويهڻ واري هنڌ جي ڪولا ڪندا آهن ۽ پوءِ اتي سنها رڇ (چاريون) اڏي ان ۾ کين قاسائيندا آهن ۽ هروقت سندن اکين جي هيٺين ڇپرن کي سُئيءَ سان ٽنبي سنهيون ڌوريون وجهي مٿي جي مٿان ڌوريون ٻڌي سندن اکيون بند ڪري ڇڏيندا آهن، جيئن هو ڪجهه،

ٻه ڏسي نه سگهن، پوءِ سندن چنبن ۾ چمڙي جون
سنهيون ڏوريون ٻڌا ڪشا وجهي (جن کي دواليون
چوندا آهن) انهن کي سنهيءَ مضبوط ڏوريءَ سان ٻڌي
ڇڏيندا آهن ۽ هٿ جي مٿان چمڙي جو دستانو ٻڌي
ان مٿان باز کي ويهاريندا آهن ۽ ڏوري هٿ ۾ قابو
جهلي پوءِ باز کي شهرن ۽ ميلن ملاکڙن ۾ گهمائيندا
ويندا آهن، جيئن هو ماڻهن جي آواز جو خوف برداشت
ڪري وڃي. پوءِ انهن جي اکين جون ڏوريون رفته
رفته ڍريون ڪندا ويندا آهن، جيئن هو ماڻهن کي
ڏسندو ۽ ڊپ جهليندو رهي. ان کان سواءِ رات جو
کيس ننڊ ڪرڻ نه ڏيندا آهن ۽ هڪ ماڻهو کيس سڄي
رات هٿ تي ويهاري آهستي آهستي پٺيءَ تي هٿ
ڦيرائيندو کيس سجاڳ ڪندو رهندو آهي. اهڙيءَ طرح
اٺ ڏهه ڏينهن ڪندا آهن، جيستائين باز ماڻهوءَ جو
ڊپ جهلي سانس هري ميري وڃي. پوءِ سندس اکين
واريون ڏوريون صفا ڪڍي اکيون کولي ڇڏيندا آهن
۽ هٿ تي رکي خوب گهمائيندا آهن، جيئن سندس خوف اصل
لهي وڃي ۽ ڪنهن به شيءِ کان نه ڊڄي. ان کان بعد ۾
کيس شڪار ڪرڻ لاءِ هيرائيندا آهن. ائين ڪرڻ لاءِ تتر
يا ڪنهن ٻئي پکيءَ جي کل لاهي، گوشت جدا ڪري،
۽ ان کل کي ڪپهه سان ڀري هڪ بوتو تيار ڪندا
آهن ۽ ان کي باز جي سامهون ٻال وانگر اڇلائيندا
آهن، جنهن کي باز اڏامي وڃي جهليندو آهي. اهڙي

آزمائش بعد جنسي جيترو پکي ڪنهن ڪميل اڏائيندا
آهن، ان ڪري باز وچي پڪڙيندو آهي. اهو شغل
ايستائين جاري رکندا آهن، جيستائين باز مڪمل شڪار
جي لائق بڻجي وڃي. انهيءَ عرصي اندر شڪري
جهنگلي ننڍا پکي، تتر، ڪيرا، ڪبرون، هيڙها، ڀرڀلا
وغيره ڦاسائي اچي باز کي کارائيندا آهن، ۽ جڏهن باز
خود شڪار جي لائق ٿيندو آهي ته پوءِ کيس ڪيل
شڪار وارن پکين مان کارائبو آهي. باز کي اڪثر
مٿي ۾ چمڙي جي ٽوپي وجهي ڇڏيندا آهن، جيئن هو
گهڻو اڏامڻ جي ڪوشش نه ڪري ۽ پريشان نه ٿئي.
پاليل باز کي پيرن ۾ سنهڙيون گهنگهريون وجهي
ڇڏيندا آهن، جيئن خبر پوي ته هي پاليل باز آهي ۽
شڪار وقت جيڪڏهن مالڪ کان جدا ٿي وڃي ته ان
کي سولائيءَ سان ڳولي سگهجي. باز کي، جنهن ڏينهن
شڪار ڪرائڻو هوندو آهي، ان ڏينهن صبح جو کيس
کاڌو نه ڏنو ويندو آهي ۽ سوير ڏسي بکي، چٽا باز
کي جهنگل ۾ روئي ويندا آهن ۽ بازدار خود باز کي
سنڀاليندو آهي، باقي ٻيا ماڻهو جهنگل مان يا پوکن
مان ڦڪائي پکين کي اڏائيندا آهن. بازدار باز کي
پڇڻ مهل سندس پيرن مان دوالبون ڪڍي ڇڏيندو آهي
۽ سندس مٿي مان چمڙي جي ٽوپي لاهي، باز کي مٺ
۾ ڦابو جهليندو آهي ۽ تتر جي اڏامڻ سان بروقت
مٺ مان ڇال واڻگي باز کي ان تتر جي پٺيان ڦٽو

ڪندو آهي. باز گهڻو ڪري تتر جي هيٺان اڏامندو ويندو آهي ۽ جنهن مهل تتر هيٺ ڪنهن وڻ ۾ لڪڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، انهيءَ وقت باز لنوهه، ڏيئي ڪيس وڃي پنهنجن چنبن ۾ ضبط ڪندو آهي ۽ پوءِ ٻئي ڏڪو اچي پٽ تي ڪيرندا آهن ۽ چنبن ۾ دٻائي تتر مٿان چڙهيو ويٺو هوندو آهي. پوءِ شڪاري وڃي باز جي چنبن ۾ بند ٿيل تتر کي تڪبير وجهندو آهي ۽ رَتُ باز کي پياريندو آهي، جو رت باز سندس چهنب سان چوسيندو آهي. ان بعد آهستي آهستي باز جي چنبن مان تتر کي ڪڍبو آهي. پر جيڪڏهن تتر جيئرو ڇڏائڻو هوندو آهي ته پوءِ تتر کي قابو جهلي، ان بعد تتر جو ٻوٽو، جو شڪاري پاڻ سان کڻندا آهن، اهو ان جي سامهون مٿي هوا ۾ اڇلبو آهي ته باز ازخود ان ڏانهن اڏامندو آهي ۽ جهليل تتر کي آزاد ڪرائي ونبو آهي. ڪنهن به صورت ۾ باز جي چنبن مان شڪار زوريءَ نه ڦريندا آهن. جيڪڏهن هن ڪان شڪار زوري کسيو ويو ته هو بد دل ٿي پوندو، جنهن کي "ڪم نيرو" چئبو آهي. پوءِ وري اهو باز شڪار نه ڪندو. اهڙي خراب ٿيل باز کي وري شڪار لائق بنائڻ لاءِ سخت محنت ڪرڻي پوندي آهي ۽ گهڻو وقت لڳي ويندو آهي. تترن جو شڪار ٻين بازن سان به ڪري سگهبو آهي، پر هن شڪار لائق هڪ خاص قسم جو باز هوندو آهي، جنهن کي "ٻاتشو" چوندا

آهن ۽ هي باز ڪاري تتر کان ٿورو وڏو ٿيندو آهي ۽ شڪار ۾ تمام ڦُڙت ۽ هوشيار پکي ٿيندو آهي، ۽ سائس روزانو اٺ ڏهه تتر شڪار ڪري سگهبا آهن. شڪار ختم ٿيڻ بعد ڪيس کارائي ڍؤ ڪرائبو آهي. هن نموني باز جي شڪار ڪرڻ سان، ڪارا ۽ ڀورا ٻيئي تتر، نر توڙي ماديون، اهي جو شڪار ڪيو ويندو آهي. هي شڪار تمام مزيدار ٿيندو آهي ۽ خاص طرح امير ماڻهو هن جو گهڻو شوق ڪندا آهن ۽ ڪروڙون رقمون ڏيئي پاليل باز خريد ڪندا آهن ۽ هر هڪ باز جي سنڀالڻ لاءِ هڪ هڪ عليحدو ماڻهو هوندو آهي، جنهن کي بازدار چوندا آهن ۽ اهڙن ماڻهن کي کاڌي ۽ ڪپڙي کان علاوه چڱا خاصا پگهار به ڏبا آهن. پسنديده شڪار ڪرائڻ تي ڪين انعام سان به نوازيو ويندو آهي.

لانوي "پاليل" تتر سان شڪار ڪرڻ: ڪاري پاليل نر تتر کي جهنگ ۾ اهڙيءَ هنڌ جي نزديڪ ڪٿي ڇڏبو آهي، جتي جهنگلي تتر ٻوليندڙ هوندو آهي. اتي پهچڻ بعد ٽن لاڪيتن وڻن جي وچ واري گهٽ کي يا ڪنهن وڏي وڻ جي وچان ڪنهن گهڙ ڪيءَ ۾ لڪل طرح ڪنڌي (ڦاڙو) پٽيءَ ڇڏبي آهي يا اهڙيءَ گهٽ جي پٺيان پاسي سنهي مضبوط ستُ جو رڇ (ڄاري)، جنهن کي لاڙڪي چنبو آهي ۽ گيڙو رنگ جي هوندي آهي ۽ جا ظاهر ڏسڻ ۾ نه اچي، اها وڻ کي ٻڌرائي ڇڏبي.

انھيءَ انتظام ڪرڻ بعد لائوي تتر کي انھيءَ گھٽ
جي سامھون ڪليل ھنڌ تي وڪي سندس پڃري مٿان
مٽ ڪن، تاريڪ جي ڏيٺي ڇڏبي آھي. ان بعد شڪاري
بلڪل انھيءَ گھٽ جي سامھون ٻئي طرف تتر کان
ڪجھہ پرڀرو لڪي وڃي ويھندو آھي ۽ تتر کي
ٻولڻ لاءِ ڪرڪار ڪندو آھي يا سيٽي وڃائيندو آھي.
جنھن ۾ نموني تتر ٻولڻ لاءِ ھيرايل ھوندو آھي. انھيءَ
آواز تي تتر ٻه چار دفعا تڇڪ تڇڪ ڪري پوءِ ٻولڻ
شروع ڪندو آھي. پر جيڪي تتر ٻولڻ جا ٽيڪا آھن،
انھن کي سيٽي ھڻڻ جي ضرورت نہ ھوندي آھي ۽
ھو از خود ٻولڻ شروع ڪري ڏيندا آھن ۽ سندس ٻولڻ
تي يڪدم جھنگلي تتر ٻولڻ بند ڪري ڊوڙي ايندو
آھي ۽ سندس ظاھر ٿيڻ تي پاليل تتر بہ ٻولڻ بند ڪري
ڇڏيندو آھي ۽ جنھن طرف تتر ھوندو آھي انھيءَ طرف
منھن ڪري پڃري ۾ منھن ھڻندو آھي ۽ ٻاھر نڪري
وڃي وڙھڻ جي ڪوشش ڪندو آھي. ٻئي پاسي
جھنگلي تتر بہ پڃري جي چوڌاري گھيري ۾ ڦرندو ۽
ھيڏانھن ھوڏانھن نھاريندو رھندو آھي، ڇاڪاڻ خاطري
ڪندو آھي نہ ڪو خطرو ڪونہ آھي، تڏھن ويجھو
چڪر ھڻڻ لڳندو آھي. آخر اچي پڃري جي ٻاھران
ڇھنبون ھڻي پاليل تتر سان وڙھڻ شروع ڪندو آھي.
سندس ڦاسائڻ جي ترڪيب ھيءَ آھي، جو جڏھن ھو
تتر جي چوگرد وڏو گھيرو ڏيندو آھي ۽ جنھن مھل

گهٽ جي سامهون ايندو آهي، ان وقت شڪاري ڪنهن
رومال يا ٽوال سان هٿ مٿي ڪٺي ڪيس ٿاهه ڏيندو آهي.
هٿ جي ٽڪڙي جهڙو اهڙي نموني ڪندو آهي جيئن
تتر مجبور ٿي سامهون واري گهٽ ڏانهن ڊوڙي ۽
ڦاندي يا ڄاريءَ ۾ وڃي ڦاسي. اهو ڪم تمام تڪڙو
۽ جلديءَ ۾ ڪبو آهي، جيئن تتر کي ڦاندي يا ڄاريءَ
هجڻ جو سماءُ ئي نه پوي. پر جي دير ڪبي ۽ ڪيس
ٿورو شڪ پيو ته ڊوڙڻ بند ڪري سڌو آسمان طرف
اڏامي ويندو. هيءُ شڪار تمام ڏکيو ۽ چالاڪيءَ وارو
هوندو آهي. هيءُ پکي تمام سجاڳ هوندو آهي.
ٻهراڙين اڇڻ سان ڇوڏاڙي چڪر ڏيئي ڏسندو آهي ۽
جي، اوچتو ڦاندي تي يا ڄاريءَ تي نظر پئجي وڃي ته
اتي بيهي ٻه-چار دفعا ڪيٽ، ڪيٽ ڪري پوءِ چڪر
ڏيئي چالو رکندو آهي ۽ ٻئي طرف کان پيو گهمندو
آهي ۽ انهيءَ گهٽ کي سامهون، ايندو ئي نه آهي. پر
جي زوريءَ انهيءَ طرف ڊوڙائبو، ته يڪدم ٻئي
طرف ڀڄي ويندو آهي يا مٿي آسمان طرف اڏامي ويندو
آهي. اهڙيءَ حالت ۾ جنهن طرف ڊوڙندو آهي، وري
پيو ڦاندو انهيءَ پاسي ڪنهن گهٽ، کان اڏبو آهي؛
جتان ٻهراڙين سنئون هوندو. پوءِ اوچتو وڃي ان ۾
ڦاسندو. جو ته هيءُ پکي تمام ضدي ٿيندو آهي
۽ وري لائونيءَ جي پوليءَ تي يڪدم ڊوڙي ايندو
آهي. اهڙيءَ طرح ڪيترائي ڀيرا ڪيس ڦندو

ڏٺو آهي تہ وري وري ٻيو ايندو آهي. تيستائين، ٻا ٽي
ڦاسي پوي ٿا شڪاري بيزار ٿي ڪيس ڇڏي هليو وڃي.

## ڪاري تتر جي ماديءَ سان شڪار ڪرڻ:

هيءُ شڪار اهي ماڻهو ڪندا آهن، جيڪي مادي
تتريءَ جي ٻولي ڄاڻندا آهن، جيڪا ٻولي مادي تتري
لڳ وقت نر تتر کي گهرائڻ لاءِ ڪندي آهي. هن
نموني تتر ڦاسائڻ لاءِ دام تيار ڪبو آهي، جو لوهي
ڪامن جو ٺهيل هوندو آهي. ان جا چوڪنڊا خانا
هوندا آهن، جن ۾ ڏاڪڻ جون تندون مڙهيون آهن ۽
انهن جي وچ ۾ گهوڙي جي پڇ جي وارن مان ٺهيل
ڦاندا پيل هوندا آهن. اهڙي دام جي هر هڪ پڙيءَ ۾
ٽي يا چار ور هوندا آهن، يعني هر پڙيءَ ۾ ويهارو
ڦاندا هوندا آهن. شڪار لاءِ تتري ڪٿي اٺي پهچبو آهي،
جتي نر تتر ٻوليندڙ هوندو آهي. پوءِ اڇي ميدان ۾
هڪ ڪلي کوڙي، ان ۾ تتريءَ کي پڃري مان ٻاهر
ڪڍي سندس هڪ ڄنگهه، ڪليءَ سان ٻڌي ڇڏبي آهي
۽ ٻيءَ ڄنگهه، سندس ڳوڏي وٽ ٻڌي ڪيس هڪ جاءِ
تي ويهاري ڇڏبو آهي، جيئن هيڏانهن هوڏانهن نہ ڊوڙي
۽ نہ ڦٿڪي، بلڪ هڪ جاءِ تي ويٺي رهي. پوءِ سندس
چوڌاري دام ڦيرائي ۽ شڪاري يڪدم لڪي ماديءَ
تتر جي ٻولي وڏي آواز سان ڪندو آهي، جنهن کي
ٻڌڻ سان نر تتر يڪدم وڻن يا ڪکن ڪانن مان

ٻوڙي لڪري ايندو ۽ جڏهن مادي تتر تي نظر پوندي اُتس ته ٻئي خطا وڃي ان ڏانهن ٻوڙ ڪندو آهي هن لاءِ ته لڳ ڪرڻ واسطي ماديءَ تي چڙهي وڃي. انهيءَ شوق ۾ ايترو ته مدهوش ٿي ويندو آهي جو ڪيس دام جو سماءُ نه پوندو آهي ۽ اوچتو ئي اوچتو دام ۾ ڦاسي ويندو آهي، جنهن بعد شڪاري، تتر کي ڪليءَ مان ڇوڙي پڃري ۾ وجهي کڻي وڃي ٿي تتر جو شڪار ڪندو آهي. هيءُ شڪار ٿوريءَ محنت وارو ۽ آسان آهي پر هرڪو مٿهو ڪري نه سگهندو ڇو ته مادي تتر جي ٻولي ڄاڻڻ هن شڪار لاءِ خاص شرط آهي.

پوري تتر جو شڪار: هيءُ شڪار اڪيلي پاليل نر يا نر-مادي گڏ، ٻنهي نمونن ۾ وسيلن سان ڪري سگهبو آهي. ان لاءِ بانس جي ڪاڻين يا لٺيءَ جي ڪاڻين مان اهڙي نموني دام ٺاهبو آهي جهڙي نموني ڪاروڙي تتر ڦاسائڻ وارو دام ٺاهيو ويندو آهي. شڪاريءَ دام پٽڻ پويان ۽ پڃرو هٿ ۾ کڻي جهنگ جو رخ ڪندا آهن ۽ اتي سيٽي وڄائي تتر کي ٻولائيندا آهن. تتر جي ٻوليءَ تي جهنگلي تتر به ٻوليندا آهن، پوءِ مانڊ-سيٽ ۾ آئي دام پکيڙي لائودي تتر کي ڪنهن وڻ ۾ مناسب هنڌ تي رکي پڃري کي تارن سان مضبوط ڪري ڇڏيو آهي، جيئن جهنگلي تتر پڃري ۾ بند ٿيل تتر کي ڏسي ڏهي پڇي نه وڃن، پوءِ شڪاري

ڪنهن گهاٽي وڻ ۾ لڪي ويهي مٺي وڄائي تتر
کي ٻولائيندو آهي. ڪي تتر شڪاريءَ جي چپڻ سان
گڏ يڪدم ازخود ٻولڻ شروع ڪندا آهن جنهن جي
جواب ۾ يا ته جهنگلي تتر ٻوليندا ۽ ڊوڙندا ايندا آهن
يا ته ماٺ ماٺ ڪري اچي تتر تي حملو ڪندا آهن.
ڇو ته جهڙيءَ طرح زميندارن جون زمينون ورهاست
ٿيل هونديون آهن ۽ پنهنجي حد ۾ ٻئي زميندار جو
دخل برداشت نه ڪندا آهن. ساڳيءَ طرح تتر به
پنهنجي جُوءِ ۾ ٻئي تتر کي اچڻ نه سهندا آهن ۽
کيس ماري هڪالي ڪڍڻ لاءِ تمام ڪاهه ڪندا آهن.
هيءَ تترن جو مقابلو عجيب نموني ۽ حيرت انگيز به
هوندو آهي ته عبرتناڪ به هوندو آهي. هڪ طرف
تماشو هوندو آهي ته ٻئي طرف خداپاڪ جي قدرت جو
اهڙو مشاهدو هوندو آهي، جو عين انسانن جي فطرت
مطابق هوندو آهي. جهڙيءَ طرح انسانن ۾ ڪنهن
قبضيداريءَ تي وڏو فساد ٿيندو آهي ۽ ٻنهي طرفن جا
ماڻهو وڏي هُل ۽ گوڙ سان پنهنجي طاقت جو مظاهرو
ڪندا آهن، ۽ هڪٻئي کي هڪلون ۽ دڙڪا ڏيندا
۽ گهٽ وڌ ڳالهائيندا آهن اهڙي طرح هي ٻئي
ڄڻا آمهون سامهون ٿيندا آهن ته منهن ڏي
آواز هوندو آهي. "هون هون ڪهڙو ڪهڙو" اهڙي
طرح هڪلون ڪندا ۽ ٻوليندا رهندا آهن ۽ پنهنجي وطن
جي آزاديءَ ۾ غيرن کي تڙي ڪڍڻ جو هڪ انوکو

ڪردار ادا ڪندا آهن. جنهن جهيڙي دوران ڪي دام
۾ ڦاسي وطن مٿان پنهنجي جان جي قرباني ڏيندا آهن.
ٻه هڪ دام تي هڪ ڪان چنهن-پنجن تاڙين تتر ڦاسندا
آهن. اهڙيءَ طرح روزانو شڪاري پندرهن-ويهه تتر
شڪار ڪري سگهندو آهي. ڪڏهن دام خالي به ويندو
آهي. پر ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي ته سڄي ڏينهن
جي شڪار ۾ ماريءَ کي ڪجهه به هٿ نه ايندو آهي
ان ڪري چوڻي آهي ته شڪار بيڪار آهي. هن شڪار
وقت ته تتر اڪثر دام ۾ ڦاسي پوندا آهن يا جيڪڏهن
ڦڙي دام جي پاسي کان اندر لنگهي ايندا آهن ته انهن
کي ڪنگهڪار ڪرڻ سان ويچاري پڇاڙيو آهي ۽ موت
۾ دوڙندي دام ۾ ڦاسي پوندا آهن ڪي وري دام ۾
ڦاسڻ بعد ڦاندا ٽوڙائي پڇي ويندا آهن ته ڪي وري
پيرن جي ٽنهن سان ڦاندا کولي آزاد ٿي ويندا آهن،
ڪي ته ڦاندي ۾ گهٽجي مري به پوندا آهن، اهڙيءَ
طرح ڦاسڻ بعد جيڪي بچندا آهن، اهي في الحال ڦڙي
پڪڙي ويندا آهن ۽ پوءِ هڪٻئي کي کولڻ لاءِ ڪيڙو
ڪيڙو جي پولي ڪري هڪٻئي کي سڏيندا آهن،
جنهن بعد ڳڻ تيڻ تي کين خبر پوندي آهي ته ڪهڙا
سندن رفيق گم آهن، ۽ پوءِ کين هٿ ڪرڻ لاءِ رکي
رکي کين سڏيندا آهن. اهو عمل ٻه-ٽي ڏينهن جاري
رکندا آهن جنهن کان پوءِ تسلي ڪرڻ تي سندن
انتظار لاهي ڇڏيندا آهن. اهڙا ڪڙايل تتر گهٽ ۾

گهٽ ڇهه مهينا وري دام تي نه ايندا آهن ۽ جڏهن
وري به لئين سر ٻچا ڪندا آهن ۽ اهي جوان ۽
وڙهڻ جهڙا ٿيندا آهن ته انهن سان ڳنڍجي وڙهڻ لاءِ
ايندا آهن، مگر جيڪي دام سان ڦاسي پوءِ ان سان
آزاد ٿي ويندا آهن اهي يا ته دام وٽ اچي اتي ويهي
رهندا آهن ۽ اتي ٿي ٻيا ٻوليون ڪندا ۽ هڪلون
ڏيندا آهن يا ته دام مٿان ٽپي اندر لنگهي ايندا آهن
۽ پڃري واري ونڻ جي هيٺان ٻئي پاليل تتر سان
وڙهندا آهن ۽ سندس منهن ۾ مٽي وجهندا يا وري
ٻئي گڏ پڃري تي چڙهي ويندا آهن ۽ پاليل تتر کي
ايترو پريشان ڪندا آهن جو هو نه رڳو وڙهڻ ڇڏي
ڏيندو آهي پر ٻولڻ به بند ڪري پڃري ۾ لڪڻ
لڳندو آهي، ۽ اهڙو هيسيل تتر گهڻو وقت شڪار
ڪان بيڪار ٿي ويندو آهي، يا اصل هميشه لاءِ شڪار
ڪان بيڪار ٿي ويندو آهي. پڃري تي چڙهي ويل تترن
کي ڦٽو ڏيئي ڊوڙائبو آهي ته اهي سڌو اڏامي هليا
ويندا آهن، ۽ جيڪي هيٺ لهي ڊوڙندا آهن اهي به
دام وٽ رهجي ان مٿان ٽپي هليا ويندا آهن، اهڙا تتر
ڪڏهن اتفاقي ڦاسندا آهن.

## پاليل تترن جي حفاظت ڪرڻ:

ڪاري تتر کي رات جو سيءُ کان بچائڻ لاءِ
يا ٻلي وغيره کان محفوظ ڪرڻ لاءِ ساڍو ڪپس پنهنجي

پر ۾ يا ڪنهن ساڻ ڏڪي رکندو آهي، ۽ ڏينهن جو ڪنهن مناسب هنڌ تي يا ڪنهن وڻ ۾ لڪي رکندو آهي، جتي ٻلو يا نـور وغيره ڪيس نقصان پهچائي نه سگهي ۽ پڄري مٿان ڪپڙي جو پوش، يعني چولـي وجهي ڇڏبي آهي، جيئن هو ڪنهن شيءِ کان نه ڊڄي، فقط شڪار تي رکڻ مهل چولي لاهي ڇڏبي آهي، ۽ ڏارن جي مٿان پڄري مٿان رکبي آهي جيئن جهنگلي تتر کي شڪ نه پوي ۽ ساڳيڙيل تتر کي مٿان اوچتو باز ڏک نه اچي هٽي، هيءُ تتر سندس همجنس لاءِ سخت ضدي هوندو آهي. ان جي باوجود حد درجي جو ڊڄڻو هوندو آهي، ۽ جيڪڏهن ڪنهن وقت جهڳراڙ ٻلي، نور، ڪتي يا باز جو اوچتو حملو ٿيو، ته پوءِ ڪيترا ڏينهن ٻوليندو ئي نه آهي، جنهن بعد گهر ۾ ته ٻوليندو آهي پر جهنگ ۾ شڪار تي ڪونه ٻوليندو آهي، رکو ڪيٽ ڪيٽ جو آواز ڪري خطري جو اطلاع ظاهر ڪندو آهي. پر ڪي تتر هميشه جي لاءِ ٻولڻ ختم ڪري شڪار ڪان بيڪار بڻجي ويندا آهن. جنهن سبب شڪاريءَ کي وڏو نقصان رسندو آهي، ڇو ته ڪارو تتر گهڻ انداز ۾ پالڻ سبب وڏيءَ قيمت تي ملندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ شڪاريءَ کي سوين رپين جو نقصان برداشت ڪرڻو پوندو آهي، انهيءَ ڪري هن جي بچاءَ ۽ حفاظت جو خاص انتظام ڪيو آهي ۽ شڪار جي وقت تمام چوڪس رهڻو پوندو

آهي، پوري تتر جي بچاءَ لاءِ بہ ساڳيا انتظام ڪيا آهن، مگر ان جي پڄري جي مٿان چوليءَ ڍڪڻ جي ضرورت نہ هوندي آهي. رکو شڪار جي وقت جهنگ ۾ کين ڍڪيل رکيو آهي، جيئن مناسب وقت ۽ شڪار جي نشان بغير نہ ٻولي، چو تہ جتي راها هوندا آهن اتي تتر جي ٻوليءَ ٻڌڻ سان ڊوڙي ايندا آهن ۽ دام رکڻ کان اڳ اچي شڪاريءَ کي ڏسي ڏهي ويندا آهن، پوءِ تتر ڪهڙو بہ ڪٿي ٻولي تہ بہ وري ويجهو نہ ايندا آهن، رکو پري کان ٻوليندا رهندا آهن. پوري تتر کي جهتوٽيڪ شڪار وقت مٿي وڻ تي لڪائي رکيو آهي، جيئن گدڙ، جهگراڙ ٻلي، نور ۽ باز جي حملي جو خطرو نہ رهي. چو تہ شڪاري تتر کان پرپرو ۽ لڪل رهندو آهي ۽ تتر کي ڏسي نہ سگهندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ تتر تي حملي هئڻ جو وڏو خطرو هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ لاتوي تتر جو منهن جهنگلي تترن ڏانهن هوندو ۽ هو انهن سان وڙهڻ ۽ ٻولڻ ۾ مشغول هوندو آهي تہ جانور اوچتو مٿس حملو ڪري ڏيندا آهن ۽ اهڙن جانورن ۽ بازن جو جيڪڏهن حملي کان اڳ پاليل تتر کي پتو پوندو آهي تہ ٻولڻ بند ڪري زور سان چرڙاٽ ڪرڻ شروع ڪندو آهي، جنهن آواز تي شڪاري سجاڳ ٿي سندس بچاءَ لاءِ پهچي ويندو آهي. پر جيڪڏهن بيخبري ۾ مٿس حملو ٿي پوندو آهي تہ مالڪ جي پهچڻ کان اڳ ڪيس

نقصان پهچي ويندو آهي. نور سندس سنهو منهن ڀڄري
جي، ڪاٺين جي وڻن مان آڪاري تتر جي ڄنگهن
يا ڪنيڙائين مان جهلي سندس عضوا ڀڃي وجهندو آهي.
۽ جهنگ ٻلو يڪدم وات وجهي ڀڃرو ڀڃي تتر کي
ماري وجهندو آهي، يا ڪيس سخت نقصان پهچائيندو
آهي. ان کان سواءِ ڪارن نوڙي ڀورن تترن کي گهڻ
۽ واري ۾ ليٽڻ ۽ ساڻي گاهه ۾ جيتن چڻڻ لاءِ
ڀڄري مان ٻاهر ڪڍي ڇڏبو آهي. تڏهن سندس بچاءَ
لاءِ خاص طرح چوڪس ٿي ويهڻو پوندو آهي.

## ڳارين يعني ڪنڌين سان شڪار ڪرڻ:

ڪهوڙي جي پڇ جي وارن مان ڏهه ٻارهن وار
ٻاڻ ۾ ملائي انهن چوٽين کي ٻاڻ ۾ ڳنڍي ڳنڍ ڏيئي
ڪين ٻند ڪبو آهي. پوءِ انهن کي وٽ ڏيئي ننڍ تيار
ڪبي آهي، جنهن کي ڦاندو چئبو آهي. اهو ڦاندو
ڪاري نوڙي، ڀوري تترن جي دام ڦاهڻ ۾ ڪم
آڻبو آهي. اهڙا ٻي يا چار ڦاندا هڪ نمي ۾ وڏيل ڏور
جيڪا فوٽ ڪن ڊگهي هوندي آهي، ان ۾ ڏار ڏار
وڻين تي ٻڌي ڪين گول چلي وانگر سرڪڻ ڦاهي تيار
ڪبو آهي. ان کي ڳاري يا ڪنڌي چئبو آهي. پوءِ
اهڙيون ويهارو يا گهٽ، وڌ انداز ۾، وقت ۽ حالت
جي لحاظ سارو تيار ٿيل ڪنڌيون ڪٺي جهنگ ۾ جنهن
جاءِ تي تتر گهڻا هوندا آهن، اتي وجهبو آهي. ۽

اهڙي پيرولي ساڙهن جي ٽهن (ٽوڙن) جي ساڻ لڳي
آهي، پوءِ انهي وچي گسن ۾ وڻن جي وچ ۾ مٿ
مٿ ٽهن جي رکي گهٽي پٺ ۾ ٽهن کي ورچيو
آهي، ۽ وڻن جي وچ وارين گهٽين ۽ وٿين ۾ جتان
پکين جي اچ وڃ جو لنگهه سمجهيو آهي، انهي
وڻ جي ڏارن جون ڪليون ڪوڙي انهن ۾ ڪنڊيون
هڏي وجهو آهي ۽ رهٽل وٿين ۾ ڏار هڻي بند ڪيو
اٿن، جنڪ هڪ قسم جو لوڙهو ٺاهيو آهي، جو جهنگ
جي هڪ چيڙي کان ٻئي چيڙي تائين يڪو ڳنڍيل
هوندو آهي، ۽ جن گهٽين تي ڪنڊيون اڏيل هونديون
آهن، تن کان سواءِ ٻئي ڪنهن به هنڌان اچڻ وڃڻ جو
رستو نه هوندو آهي، پوءِ جنهن وقت جهنگلي تتر
چوڳي ۽ گهمڻ لاءِ نڪرندا آهن، ان وقت ٽهن کي
ڏسي ان کي پيرن سان ڦولهيندا آهن ۽ ان سان ويون
۾ آن جا سنها داڻا کائيندا آهن ۽ وري ٻيءَ ڏکيءَ
ڏانهن ڊوڙندا آهن. اهڙيءَ هلچل سبب ڪنڊين ۾ ڦاسي
پوندا آهن. پوءِ جڏهن ٻن - چئن ڪلاڪن بعد شڪاري
سڌ سماءُ لهڻ لاءِ ويندو آهي، تڏهن وچي ڦاٿل تترن
کي پڪڙيندو آهي. هن نموني ڪارا تتر پورا، نر
ماديون ڦاسايون وينديون آهن. اهڙي نموني واري
شڪار کي ڏانڪ وارو شڪار چيو آهي. هن شڪار
سان شڪاريءَ کي وڏو فائدو نه پهچندو آهي، ڇو ته
ڪو تتر ڪڏهن ڦاسندو آهي نه ڪو ڪڏهن. ڦاٿل

ٽِتر کي شڪاري ڪيڻ لاءِ ويندو آهي ته ڪيس ڏسي
ٻيا تتر اُڏامي هليا ويندا آهن، انهيءَ ڪري ماري ٻن-
چئن ڪلاڪن بعد گهمرو ڪندو آهي. ان ڪري ڪي
قائل تتر ٿاندو ٿورائي ويندا آهن ته ڪي گهنجي
مري ويندا آهن. ٿانڪ جو ٻيو نمونو هي ريت هوندو
آهي ته تترن کي ڪن وڻن ۾ ويٺل ڏسي، انهن جي
هڪ پاسي ٿانڪ ڏيئي پوءِ ٻئين پاسي کان آهستي
آهستي وڻن کي ڌڪائيو آهي ته تتر اڳتي ڊوڙندا
ويندا آهن ۽ وڃي ڪنڌين ۾ ڦاسندا آهن. هيءَ شڪار
ٻنپهرن جو گرميءَ ۾ ڪيو آهي، جڏهن تتر اڏامڻ
بدران پيرڙو ڊوڙندا آهن ۽ سيئي قائل تتر شڪاري
بروقت حاصل ڪري سگهندو آهي ٿانڪ جو ٽيون
هيءُ طريقو هوندو آهي جو صبح جو يا شام مهل
جهنگ ۾ ڌڪائي تترن جي ولر کي اڏائيندا آهن،
جنهن سبب تتر ڀڪڙي ويندا آهن ۽ پوءِ سندن وچان
ٿانڪ جلدائيءَ سان ڪڍي ان ۾ ڪنڌيون ٻڌي لڪي
ويهو آهي، پوءِ تتر هڪٻئي سان ملڻ لاءِ ٻوليون
ڪندا ۽ هڪٻئي ڏانهن ڊوڙندا آهن. انهيءَ ئي ڊوڙ ۾
هو ڪنڌين ۾ ڦاسي پوندا آهن جن کي شڪاري بروقت
هٿ ڪري ويندا آهن. هن نموني واري شڪار ۾ فقط
پورا تتر خاص ڪري ڦاسندا آهن، بعضي شڪاري تتر
جا ٻچا جهڪي جوانيءَ کان اڳ ماءُ سان گڏ گهمندا
آهن ۽ انهيءَ ٿاهه پوڻ وقت اڏامي ماءُ کان جدا ٿي

ويندا آهن، اهي ٻه سندن ماءُ جي مُڏڻ تي انهن سان
ملڻ لاءِ اوڏانهن ڊوڙندا آهن. پوءِ جيڪڏهن وچ ۾
ڏلاڪ هوندي آهي ته اهي به ڦاسي پوندا آهن. ڪنڊين
سان شڪار جو ڇوٽون طريقو هن ريت هوندو آهي ته
جهنگ ۾ تهه پکيڙي وڇايا آهن ۽ هڪ هنڌ جهنگ
جي وچ ۾ وڏي ڍڳي تهن جي ڪري ڇڏبي آهي ۽
ان جي چوڌاري تارين جو لوڙهو ڏيئي ان جون پنج-
چار گهٽيون ڪليل ڇڏيون آهن ۽ تهن جي ڍڳيءَ
۾ ڪجهه ان جا داڻا ٻه ملائي ڇڏيا آهن. پوءِ ٽتر
جهنگ ۾ گهمندي تهن جي لنڊين ڍڳين کي ڦولهيندا،
آخر وڏي ڍڳيءَ تي پهچي ويندا آهن ۽ ان کائي خوش
ٿيندا آهن. انهيءَ آسري تي ٻئي ڏينهن سويل اٿي تهن
جي ڍڳي تي اچڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، مگر سندن
اچڻ کان اڳ ماري انهن گهٽين تي وچر مهل ڪنڊيونءَ
ٻڌي ويندو آهي، يا اڳين ڏينهن سج لهڻ مهل ڪنڊيون
ٻڌي ڇڏيندو آهي. پوءِ جڏهن ٽتر اندر لنگهڻ جي
ڪوشش ڪندا آهن تيئن ڪنڊين ۾ ڦاسي پوندا آهن.
پوءِ جيڪڏهن شڪاري لڪل هوندو آهي ته هر وقت
شڪار کي هٿ ڪري ويندو آهي. ٻيءَ صورت ۾
جهنگلي جانور ۽ نور وغيره کين پنهنجو لقمو بڻائيندا
آهن. پر جيڪڏهن کين بچڻ لاءِ ڪٿي وجهه هوندو آهي
ته پوءِ سنديءَ جي پهاڪي واري ڪارروائي ٿيندي
آهي. "گهاٽ نه ڇٽ پر گهڙائي ٻه گهر." ساڳيءَ

طرح شڪار ته ويو پر ڪندي ۽ مٿس ڪڏ ويهي. هن نموني واري شڪار کي ٻوڙڪلي وارو شڪار چئبو آهي. هن ۾ ڪارا ٿوڙي پورا ٿتر نر ٿوڙي ماديون ڦاسائي سگهيا آهن.

ڪڙهيءَ ۾ان شڪار ڪرڻ: ڪڙهي اهو رڇ آهي جنهن سان مهاڻا يا ملاح ڍنڍن ۾ مڇي جهليندا آهن. هن جو هيٺيون پاسو ويڪرو ۽ مٿي چوٽي سوڙهي ٿيندي آهي. هيءَ چهن ڪاٺين تي مخروطي نموني هوندي آهي. هن نموني جو شڪار ٻوڙڪليءَ واري شڪار وانگر ڪبو آهي، مگر تفاوت فقط هيءُ هوندو آهي ته ٻوڙڪليءَ واري شڪار ۾ ٿهن جي ڍڪيءَ کي چوڏاري ٿلهين جو وڏو ڍڪڻ، ڪليون ڪليل ڇڏيون آهن، پر هن شڪار لاءِ ٿهن جي ڍڪيءَ مٿان ڍڳهين ڌارين جو هڪ جهوڙو ٺاهبو آهي. انهن ڌارين جون پاڙون ٻري ٻري ڪوڙي فقط انهن جون چوٽيون ملائي ڇڏيون آهن. پوءِ ٻه-ٽي ڏينهن روزانو انهن ٿهن ۾ ان جا داڻا وجهي ڇڏيا آهن جيئن پکي چڱيءَ طرح هيري ميري ۽ ڍپ ڍاءُ جهلي وڃن. پوءِ شڪاري ڪليل ڪڙهي، ڪٺي وڃي انهيءَ جهوپڙيءَ هيٺان ٿهن مٿان رکندو آهي ۽ پر ۾ ٿهل هڪ ڪڏڻي ۾ لڪي ويهندو آهي. ڪڙهيءَ جي چوٽيءَ ۾ هڪ سنهي ڏور ٻڌل هوندي آهي، ان کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي جنهن سبب ڪڙهيءَ جو ڇڪو پاسو ماريءَ جي طرف هوندو آهي اهو زمين تي

جميل رهندو آهي ۽ ٻيو ڀاڱو مٿي کجي ويندو آهي. پوءِ شڪاري اهڙا رسي ڪڍي ۽ ڦندي ڇڏيندو آهي ۽ تترن جي اچڻ جو انتظار ڪندو آهي. سج اڀرندي ئي ٻڪايل تتر مٽو چوڪي لاءِ ٻهڇي ويندا آهن ۽ سيئي ڳنڍجي ان ڏکيءَ کي چوگرد قولهڻ لڳندا آهن. انهيءَ ٽائيم تي شڪاري پنهنجو ڀاڻ تي اهڙو ضبط رکندو آهي جو سندس ساهه کڻڻ جو آواز به ڦٽي نه سگهبو آهي. جڏهن سيئي تتر پوري ڪ هيٺ اچي ويندا آهن تڏهن شڪاري ڏور ڪڍيءَ مان ڏيري ڪڍو آهي نه ڪڙهي تترن مٿان اچي ويندي آهي ۽ شڪاري يڪدم ڪڏڙيءَ مان نڪري ڪڙهيءَ هيٺ قاتل سمورا تتر جهلي پنهنجي قبضي ۾ ڪندو آهي. هن طرح واري شڪار مان ڪو اتفاقي تتر سلامت بچندو آهي، جو ڪڙهيءَ جي رڳ ڪان ٻاهر رهجي ويندو آهي.

## ٻڪيءَ سان شڪار ڪرڻ.

هن شڪار لاءِ سخت ڏاڍين وارو رڃ (چاري) تيار ڪبو آهي. جنهن جي ڊيگهه ڇهه فوٽ ۽ ويڪر پنج-ڇهه فوٽ هوندي اٿس. سندس رنگ هلڪو ڀورو يا هلڪو ناسي هوندو آهي. اهو رڃ ڪاٺين جي چونڪ سان ٻڌل هوندو آهي جو چونڪ سنهين ڪاٺين مان تيار ڪبو آهي. ۽ اهو چونڪ ڪلهي ۽ ٻند تي سگهندو آهي. سندس ٻنهي ڇيڙن جي سامهون چوٽين وٽ ٻه

ڪاٺيون لڳل هونديون آهن، جن ۾ رڇ جون ڏوريون
ٻڌل هونديون آهن ۽ هڪ ٻي ڳهي ڏوري وچ ۾ پيل
هوندي اٿس، جنهن جي ڇڪڻ سان چوڪ ٻند ٿي
وڃڻي (ننڍو ڦٻو) جي ٽمونڊي ٻنجي ويندو آهي ۽
چوڌاري وچ جو دائرو ڦري ويندو ۽ ڏور ڍري ڪرڻ
سان چوڪ ڌرتيءَ تي اڀتي پوندو آهي. رڇ زمين تي
پاڻارڇي ويندو آهي. اهڙي رڇ تيار ڪرڻ بعد ٿهن
جي چوڪ وڇي جهنگ ۾ وڇهي آهي. جهڙيءَ طرح
ڪڙهي يا ڀونگلي واري شڪار لاءِ ڪبو آهي. مگر
هن ۾ نه ٽارن جو ويڙهو ڏنو آهي ۽ نه وري ٽارن
مان جهوپڙي ٺاهي آهي ۽ ڪنهن وڻ جي ويجهو
جنهن وڻ ۾ شڪاري سندس لڪڻ لاءِ ڪڏنو ٺاهيندو
آهي. اٿي ظاهر اچي پٽ تي ٿهن جي ڍڪي ڪبي
آهي. جنهن ۾ ان جا داڻا خاصي انداز ۾ ملائي ڇڏيا
آهن، جيئن پکي چڱيءَ ريت هري سگهن. پوءِ ڏينهن
اهڙيءَ طرح اناج ڪارائڻ تي پکي روزانو اچڻ لاءِ هري
ويندا آهن پوءِ ٻماري مٿي لهڻ وقت اٿي وڃي ته ميڙي،
هڪ طرف ڪري زمين تي ڍيري اڏيندو آهي، اهڙيءَ
طرح جيئن ڍيريءَ جي چوڪ جون ڪاٺيون ۽ ڏوريون
زمين ۾ ٻند ٿي وڃن، اٿين ڪرڻ لاءِ انهن جي مٿان
ٿوري مٽي وجهي انهن کي ڍڪي ڇڏبو آهي ۽ چاريءَ
مٿان ٿورا ٿهه وجهي ان ڍڪي ۾ لڪائي ڇڏبو آهي،
مطلب ته ان جو ڪوبه نشان ظاهر ڏسڻ ۾ نه اچي.

جنهن بعد اڏيل ڏيئي جي وچ تي تازن نهن جي ڏگي ناهي ان ۾ آن جا داڻا وجهي ڇڏبا آهن ۽ صبح جو فجر مهل شڪاري وڃي سندس ناهيل ڪـڏڙيءَ ۾ (ڪڏڻي) لڪي ويهندو آهي ۽ ڏيئي واريءَ ڏوريءَ جو ڇيڙو پنهنجي هٿ ۾ جهلي ويهندو آهي. صبح ٿيڻ سان ڪارا تتر ۽ پورا تتر ڏر تهڙي ماديون يا ڳيرا ڪبروتر، هيڙها، جهرڪيون مطلب ته جيڪي به پکي انهيءَ هنڌ چوڳي تي هريل هوندا آهن، اهي اچي ڪٺ ٿيندا آهن. پوءِ جڏهن شڪاري ڏسندو آهي ته پکي چڱي انداز ۾ اچي ويا آهن ته ان وقت ڏور کي ڇڪ ڏيندو آهي ته اوچتو سيني پکين جي مٿان ڏيئي جي چاري ويڙهجي ۽ ڦري وينڊي آهي، پوءِ ڏوريءَ کي ڪنهن ڪلي يا وڻ سان ٻڌي ڇڏيندو آهي. جيئن ڏيئي وري هٿ تي چڙهي کلي نه وڃي ان بعد هڪ هڪ پکيءَ کي ڏيئي مان ڪڍندو ٻڌندو ويندو آهي، هي طريقو خاص طرح تترن لاءِ ڀارتو آهي. جهڙيءَ طرح ڪنهن ماڻهوءَ کي پنجو آهي ته ـه شل بنياد بس ٿئيڻي يعني انهيءَ آڪهه، مان ڪوبه سلامت نه رهي، تهڙيءَ طرح تتر به جهڪي ڏيئي تي ايندا آهن، سڀ گهٽو ڪري سمورا ونجي پوندا آهن ۽ منجهانئن ڪوبه سلامت واپس ڪونه ويندو آهي.

رڇ يا چاريءَ سان تترن جو شڪار ڪرڻ:- هن شڪار لاءِ هڪ قسم جو خاص رڇ تيار ڪبو آهي،

جو سنھي ۽ مضبوط سٽ مان ٺاهيو آهي. سنڌس رنگ
هلڪو پورو يا هلڪو ناسي ٿيندو آهي ۽ اهڙو نفيس
ٿيندو آهي، جو بلڪل ويجھو وڃڻ بعد ڏسي سگھبو
آهي. سنڌس ويڪر ڇهه-ست-فوٽ ۽ ڊيگهه اسي کن
فوٽ يا ان کان به وڌيڪ ٿيندي آهي. هن قسم جو
شڪار ٻن طريقن سان ڪبو آهي، پهرين طريقو هي
آهي ته وڻن جي قطار جيئن واهن ۽ ڪڙين جي ڪپن
تي ٿيندي آهي، انهن وڻن ۾ پوليندڙ تترن جي هڪ
پاسي کنهن وڏي گهاٽي وڻ جي ٿڙ طرف کان اها
ڄاري (رڄ) ڦيرائي ڇڏبي آهي. جنهن جو ٿورو هيٺيون
حصو زمين تي ٻه ٽارجي ونڊو آهي. اهو رڄ اهڙي
طرح وڻ تي وڇايو آهي. جيئن اهيئان کنهن به هنڌان
نڪاڻ وٽي نه رهي جتان تتر ٻاهر نڪري سگهن. پوءِ
وڻن جي قطار جي ٻئي پاسي کان جتان تتر هوندا آهن
اتاهين وڻن کي آهستي آهستي ڌڪائبو آهي، جنهن آواز
تي تتر اڳتي ڀڄڻ شروع ڪندا آهن، هي ۽ شڪار
گهڻو ڪري ٻنپهرن جو ڪبو آهي، جنهن وقت تتر
گهڻو اڏامندا نه آهن، مگر پيرن پر ڊوڙندا هڪ وڻ
مان ٻئي وڻ ۾ هليا ويندا آهن. اهي نموني وارو شڪار
ٻه ڄڻا گڏجي بهتر نموني ڪري سگهندا آهن، ڇو ته
هو ٻنهي وڻن کي ٻنهي پاسن کان ڌڪائيندا ايندا آهن.
جنهنڪري تتر کنهن پاسي نڪري نه سگهندا آهن ۽
صرف اهي ۽ وڻ تي هليا ايندا آهن، جنهن وڻ تي رڄ

ڀيل هوندو آهي، ان وڻ ۾ رڇ مان ٻچيل حصي مان اندر لنگهي ايندا آهن، انهيءَ وقت شڪاري ٽڪڙو ٽڪڙو انهيءَ ڪليل طرف کان وڻ کي ڦري ايندا آهن ۽ ڪهاڙين ۽ زور سان وڻ کي ٺڪائڻ لڳندا آهن، جنهن سبب تتر ٻچي وٺي زور سان ڊوڙندا آهن جيئن وڻ مان ٻاهر نڪري آڏامي وڃن. زور سان ڊوڙڻ سبب وڻ مان نڪرندي ئي چاريءَ ۾ اٽڪي پوندا آهن ۽ چاري کين ويڙهي ويندي آهي. پوءِ شڪاري هڪ هڪ تتر کي چونڊي چاريءَ مان ڪڍي ٻڌي پاڻ وٽ قابو ڪندو آهي. اهڙن تترن مان ڪي اتفاقي تتر بچي به ويندا آهن. جيڪي يا تہ چاريءَ ۾ پوريءَ ريت نہ وڪوڙيا آهن يا پاسي کان چاريءَ کان ٻاهران سٽي وڻ مان نڪري ويندا آهن ۽ ڪي وري سڌو وڻ جي چوٽيءَ کان آسمان طرف آڏامي ويندا آهي هن نموني جو شڪار هڪ ماڻهو ئي ڪري سگهندو آهي.

ٻيو طريقو:

سياري جي موسم ۾ جڏهن وڻن ۾ ڏت وغيره گهٽ ٿي ويندو آهي ان وقت خاص طرح پورن تترن جا ولر پوڻ تي نڪري زمين کوٽي ڏاچورا ڪڍي کائيندا آهن. جنهن لاءِ هو ڪنهن گهاٽي وڻ جو انتخاب ڪري، ان جي پڙ ۾ زمين کوٽي ڏاچورا ڪڍي کائيندا آهن ۽ خوف جي وقت يڪدم ڊوڙي وڃي وڻ ۾

پناهه وٺندا آهن. اهڙي نموني چوڪ صبح جو ۽ شام جو ڪندا آهن ۽ منجهند توڙي رات جو گهاٽي جهنگل ۾ پهچي آسمان تي وڃي آرام ڪندا آهن. شڪاري سندن چوڪ واري جڳهه جاچي ان جي پرين واري وڻ کي ٻاهران ٻن طرفن کان ڄاري ويڙهي چوٽون چوڪ وارو پاسو کليل ڇڏي، پوءِ ان جي سامهون ڪٿي لڪي ويٺو هوندو آهي ۽ جڏهن تتر چوڪ ۾ مشغول ٿيندا آهن تڏهن ڪپڙي لوڏڻ سان يا ڪنهن ٻئي نموني اهڙيءَ ريت ٺاهه ڏيندو آهي، جيئن هو اڏامي نه وڃي پر ڊوڙي وڻ اندر عارضي پناهه وٺڻ لاءِ لڪي وڃي. تترن جي وڻ ۾ وڃڻ بعد شڪاري نڪري ۽ روار ڏيندو آهي ۽ ٺڪرو ٺڪرو وڻ ڏانهن ڊوڙندو آهي، جنهنڪري تتر هراسجي ۽ خوف وچان نڪرو وڻ مان ٻاهر نڪري اڏامڻ لاءِ جيئن وڻ اندران ٻاهر ڊوڙي نڪرندا آهن، تيئن ڄاري ۾ ڦاسي قابو ٿي پوندا آهن. هنن مان جيڪي ڄاري ۾ پوريءَ ريت نه ڦاٿا آهن، يا پاسن کان نڪري ويندا آهن يا سڌو ٿي آسمان طرف اڏامي ويندا آهن سي بچي ويندا آهن.

## ڀڳو يا ٻيو ساڻ تترن جو شڪار ڪرڻ:

هن شڪار لاءِ اڪيل ڏيڍ وال ڊگهو ۽ سوا وال ويڪرو ڪپڙو ٺاهيو آهي، جنهن جي هيٺ طرف وچ ۾ ٻه ننڍا سوراخ ڪيا آهن جن جي وچ ۾ ٻتري ٻوٽي

هوندي آهي. جيتري ٻن اکين جي وچ ۾ ڏٺي ٿي. ان
ڪپڙي کي هنراڊو ڪپڙو رنگ ۾ ٻوڙيو آهي. ڪپڙي
تيار ٿيڻ بعد ان کي ٻانس جي ڪانئن واري ڪنڇيءَ
ڇاپ ڪمانن مٿان ٻڌي هڪ چٽيءَ جي نموني تيار
ڪيو آهي. ڪپڙو ڪمانن مٿان اهڙو ڇڪيل هوندو
آهي جو هوا لڳڻ سان به چرپر نه ڪندو آهي. ان
کان سواءِ هن شڪار لاءِ خاص قسم جو هڪ رڇ تيار
ڪيو آهي. جنهن جي ٻيگهه اٽڪل ڏهه-ٻارهن فوٽ ۽
ويڪر پنج-ڇهه فوٽ هوندي آهي. انهيءَ رڇ جي
ٻيگهه وارا ٻئي پاسا ٻاڻ ۾ ملائي ان کي بند ڪيو
آهي. جيئن هڪ ڪوٺرو نهي پوي. پوءِ سنڌس هڪڙي
پاسي کي بند ڪري ڇڏيو آهي. جيئن هڪ ڪوٺ
وانگر بنجي وڃي ۽ سنڌس کليل پاسي ۾ هڪ چوڪندو
۽ سنهين ڪانئن جو چوڪ اهڙي طرح بند ڪيو آهي.
جيئن اهو پاسو هميشه کليل رهي ۽ ڪوٺري اندر
سنهين ڪانئن واريون ڪمانون ٻڌي اهڙي نموني تيار
ڪيو آهي. جو بند ڪرڻ مهل هڪ پاڪيٽ وانگي
بند ٿي وڃي ۽ ماڻهو ڪيس کلهي تي رکي يا هٿ ۾
جهلي ڪٿي هلي سگهي ٿو جڏهن ڪوس کولجي ته هڪ
ڳنڍيءَ (ٻهراڙيءَ جا ماڻهو اناج رکڻ لاءِ سٽيءَ مان
هڪ وڏو ٿانو ناهيندا آهن) وانگر پٺا ٿيل جي خالي
دم وانگر اهڙي نموني بنجي وڃي جيئن ٻاٽيءَ جو
پاٽيپ پاسيرو رکيل ڏسڻ ۾ ايندو آهي. شڪار وقت

ماري، ڪپڙي واري چڻي منهن آڏو ڏيئي، تترن جي
ڳولا شروع ڪندو آهي. پاڻ سڄو ڪپڙي جي چڻيءَ
اندر لڪل رهندو آهي. فقط ڳوڏي کان هيٺ جنگهون
ظاهر ڏسڻ ۾ اينديون آهنس ۽ شڪاري چڻيءَ وارن
سوراخن مان سڀڪجهه ڏسندو رهندو آهي. جيئن برقعي
پاتل عورت ڏسي سگهندي آهي. جڏهن تتر اهڙي
چڻي ڍڪيل ماڻهوءَ کي ڏسندا آهن، تڏهن ٻجي ڀڄڻ
جي بجاءِ حيرت مان ان ڏانهن بيٺا ڏسندا آهن. ڪي
ڪي ته انهيءَ ماڻهوءَ جي سامهون ڊوڙي ايندا آهن،
۽ سندن وچ ۾ ست-اٺ گز مفاصلو باقي هوندو آهي.
ان بعد پنهنجي منهن بيخوفائيءَ سان پيا چڳندا ۽ گهمندا
۽ مٽيءَ ۾ ليٽندا وتندا آهن، ۽ مٿن خوف جو ڪوبه
اثر نه ٿيندو آهي. ان بعد شڪاري ڪو وزنائتو گهٽ
ڏسي اهو رڇ جنهن کي ڳوڏر پئبو آهي، سو ڊگهو
ڪري اڏي ڇڏيندو آهي ۽ سندس پاسا ڏارن سان ٻڌ
ڪري ڇڏيندو آهي. پوءِ ڦري تترن جي پٺيان پاسي
کان اچي ڪين رڇ جي طرف ڪاهڻ شروع ڪندو ۽
ڪين آهستي آهستي اهڙيءَ طرح ڪاهيندو ويندو آهي،
جيئن ٻئي پاسي ڀڄي نه وڃن، پر سڌو ڳوڏر ڏانهن هليا
وڃن. ڪين اهڙي نموني آخري قطار ۾ آڻيو آهي،
جهڙي نموني ڍور چرڻ لاءِ وڃڻ وقت سڌو ڪس
(پيچرو) وٺي هلندا آهن. پوءِ جڏهن ڳوڏر اندر لنگهڻ
شروع ڪندا آهن، تڏهن ڪين تيز ڪيو آهي جيئن

ڀنورا جلدائيءَ سان اندر هليا وڃن، پر جيڪڏهن ڪجهه
ديرائي ڪئي ويئي ۽ ٻهرڙيون تتر گودر اندر ڇيڙي
ڏاڙهين پهچي ويو ۽ پرٻان رڇ ڪي ٻنڌ ڏنئن تي هڪدم
تيزيءَ سان واپس هٽندو ۽ ٻين کي به اڳتي وڌڻ کان
روڪيندو جنهن سبب ڀنورا تتر واپس دروازي مان
نڪري آڏاهين هليا ويندا، تنهنڪري هن شڪار لاءِ
وڏي ڇانٽپ ۽ جلدائيءَ جي ضرورت هوندي آهي ۽
مشڪلات وارو ۽ ڏکيو شڪار آهي. شڪار وقت جڏهن
ڀنورا تتر گودر اندر هليا ويندا آهن، ۽ ڏسبو آهي ته
تتر واپس ورڻ وارا آهن ته ان وقت شڪاري جنتي
ڦيٿي ڪري گودر طرف ڊڪڙو ڊوڙندو آهي، جنهنڪري
جيڪي تتر گودر کان ٻاهر هوندا آهن سي آڏاهين
ويندا آهن، باقي اندرين کي روڪي وٺندو آهي، ۽
يڪدم گودر اندر هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙڻ ۽ ڦٽڪڻ
شروع ڪندا آهن، جن کي شڪاري هڪ هڪ ڪري
جهلي گودر مان ڪڍي ڇڙيءَ يا نوڪريءَ ۾، جيڪا
ٻاڻ مان شڪار رکڻ لاءِ رکبي آهي، ان ۾ وجهندو
ايندو آهي. ڀنورن تترن ڪڍڻ بعد گودر کي ويڙهي
رکندو آهي ۽ ڇپي پٺين ساڻ ٻڌي پڳوءَ واري ڇٽي
هٿ ۾ ڪئي منهن سامهون ڏيئي وري ٻين تترن جي
تلاش ۾ نڪرندو آهي، ۽ اهڙي ڪي هٿ ڪري ساڳئي
نموني سان ڦاسائيندو آهي. اهڙي نموني روزانو ڪڏهن
گهڻا ڪڏهن ٿورا تتر هٿ ڪندو آهي، ڪڏهن پنجويهه

۽ ڏيهه تتر به جهاڳيندو آهي، ته ڪڏهن صفا خالي بہ رهندو هي شڪار صبح جي وقت يا شام جو ڪري سگهبو آهي، جڏهن تتر چوڪ تي ٽڪرندا آهن، ۽ ظاهر ڏسي سگهبا آهن، مگر بنپهرن وقت شڪار نہ ٿيندو آهي، ڇو ته ان وقت تتر آرام لاءِ وٽن ۾ لڪل هوندا آهن، اهي شڪار جيتريقدر فائديمند آهي اوترو نقصانڪار به آهي، ڇو تہ شڪاريءَ جي منهن اڏو ڪپڙو آيل هوندو آهي فقط اکين وارن سوراخن سان ڏسي سگهندو آهي، سا به پري پري نظر ڪري سگهندو آهي، ان ڪان سواءِ سندس خيال سچو تترن طرف هوندو آهي ۽ ڪيس پنهنجي اکيان وارين ويجهي سر زمين جو ڪو به سڌ و سماءُ نہ رهوندو آهي، جنهنڪري جڪتي ڪڏن ڪوهن ۾ ٿابڙجي ڪيرندو آهي، ڪتي وٽن جي ڪل ڪتيون سان ٽڪرائجي ويندو آهي، جنهن سان ڪيس جاني نقصان پهچندو آهي ۽ بعضي ڪنهن عضوي کي ضرب به اچي ويندي اٿس، ان ڪان سوءِ ڪنهن وقت پير تي وٽن يا پاٿاريل بلا سان سندس ٽڪر ٿيندو آهي، جنهن ڪان ڏنگجي حياتي وڃائڻي پوندي اٿس.

**تترن جي شڪار جا مکيہ هنڌ:** ڪارا تتر پوٺن تي، گهٽ ۾ ڊاين يا ڳاهائين هڙدن ۽ پيلن وارن هنڌن تي گهڻا هوندا آهن، ۽ ان جي برعڪس پورا تتر وري ٻوٽي ۽ خشڪ جهنگل واريءَ اپراضيءَ کي پسند

ڪندا آهن، ڪجهه سال اڳ بدين تعلقي جا ڏکڻ وارا حصا، سيرائي، ٽهڙمي، ڪڍڻ، لواري، ٽنڊو شهر ۽ ٽنڊي باگي تعلقي جا انهن ڪونن ۽ حصن کي ويجهڙائيءَ وارا علائقا تترن جي شڪار لاءِ موزون هوندا هئا. خاص طرح ڪڍڻ شهر جي اردگرد وارو خيطو سيني ڪان وڏيڪ هو، چو تہ هن جي پير ۾ وڏا ٻوٽا، وسيع جهنگل ۽ هڙيون هونديون هيون، ان کان سواءِ ڪيرتر، سيراب ۽ پير جو ڍورو، ولهاري، ٻڙ جو ڍورو، واريءَ جون ڀٽون ۽ سرسبز ميدان، چراڳ وارو تلاءُ ۽ ٻيا اهڙا قدرتي نظارا گهڻا هئا، جنهنڪري انهي تترن جو ايڏو وسيع انداز موجود هوندو هو جو سارو ڏينهن ڇپي ڇپي تي تترن جون تنوارون ٻڌڻ ۾ ايندون هيون ۽ ڪين هنڌن تي، جتي تترن جي گهڻائي هوندي هئي اتي سياري جي موسم ۾ راتي جي پوڄائيءَ ۾ بہ تتر وڏي زور سان ٻوليندا رهندا هئا. ٿرپارڪر ضلعي جو پراڻ وارو حصو تہ تترن جي خاص آماجگاهہ هو جتي ٻارهن ئي مهينا شڪاري شڪار ڪندا رهندا هئا تہ بہ کوٽ ڪانہ هوندي هئي. بدقسمتيءَ سان محمد ايوب خان پنهنجي دؤر ۾ هن شڪار تي اهڙيءَ طرح بندش نازل ڪئي جو غريبن لاءِ شڪار جا دروازا بند ڪري، اميرن جي موجن وڏن جو انتظام ڪيو وهو تہ رب پاڪ جي قدرت غيض وغضب ۾ اچي، سال ١٩٦٣ ۽ ١٩٦٤ واري طوفاني برسات نازل ڪئي، جنهن جي

هئڻ شدت سبب گهٽي انداز ۾ تتر مري ويا باقي رهيل تترن کي ١٩٧٠ واري برسات، جا لاڳيتو ٿي چار روز هلي، تنهن پورو ڪري ڇڏيو. اُٺي پٺاڻي جيڪي ڪي چند دانا بچيا هئا اهي وڏن مالڪن ۽ ڪامورن جي شڪارين ماري ختم ڪري ڇڏيا. جن شڪارين کان گيم وارڊن وارا منتظمون وٺندا رهندا هئا ۽ جن ملڪ جي ستياناس ڪري ڇڏي. اهڙا شڪاري هاڻ ته ضلعي جي ڏيپلي تعلقي اندر وڃي شڪار ڪري، تتر جهلي ايندا آهن ۽ وڏن سرمائيدارن کي ڏيندا آهن جن جي طفيل کين شڪار جي عام آزادي هوندي آهي. اهي شاهوڪار ماڻهو ڪوڪن جي جاري، لوھ، لڳل پڃرن ۾ اهڙا پڪڙيل تتر بند ڪري رکندا آهن ۽ ضرورت وقت پاڻ کائيندا آهن. باقي وچولن طبقن جي سفيد پوش ماڻهن کي ڪنهن بيماريءَ (اڌرنگ) وغيره جي علاج جي لاءِ به تترن جو ملڻ دشوار هوندو آهي. گهڻين منٿن ۽ زور بار بعد کين هڪ-ٻه تتر وڏي انتظار بعد ملندا آهن، جنهن جي قيمت ڪارو تتر ڪم از ڪم ٽي رپيا ۽ پورو تتر ٻه رپيا في ننگ ادا ڪرڻو پوندو آهي، باقي غريب ماڻهو تتر کائي، اها ناشدني آهي. رکيو تتر جو نالو وٺڻ به غريب لاءِ گناه برابر آهي. لاڙ خطي ۾ لکين ڪروڙين تعداد ۾ تتر هوندا هئا، اتي هينئر پوري تتر جي ته ٻولي ڪٿي اتفاق سان هٿڙ ۾ ايندي آهي نه ته اصل خير لڳو پيو آهي. البت

ڪاري ٽتر جي ڪڏهن ڪڏهن ٻولي ٻڌڻ ۾ ايندي آهي، جنهن جو ڪارڻ اهو آهي ته ٻوڙو ٽتر ولو ڪري رهندو آهي، جنهنڪري ماري هڻڻ کي ٻڪڙي ختم ڪري ڇڏيو آهي، پر ڪارو ٽتر لڳ وقت شڪار ڪري نه سگهيو آهي. هو لڳ ڪان پوء ويڙهه لاء اڪيلو ايندو آهي جنهن کي شڪاري قاباڻندا آهن مگر انهن جون ماديون سلامت رهنديون آهن ۽ انهي ٽي آرام ڪري بچا قوڙينديون آهن، جن مان جيڪي نر پيدا ٿيندا آهن اهي جوان ٿي، ٻوليندا آهن ۽ انهن سر لڳ ڪري پنهنجو نسل باقي پويان ڇڏيندا آهن ۽ پاڻ شڪارين جي قندي ۾ اچي موت جي حوالي ٿي ويندا آهن. سندن جوانيء جي موج فقط چند مهينا هوندي آهي. شڪار ٽي بندش پوڻ کان اڳ انهي ڏهن سالن وارا ڪڙهيل يعني پوڙها ٽتر عام جام هوندا هئا، مگر هن وقت اهڙو حال آهي جو وهي نام الله جوه

(٢)

# هرڻن جو شڪار

الله تبارڪ و تعاليٰ جي قدرت تان قربان وڃان. ٿر جهڙي ريگستان ۾ اهي اهي دلڪشيون ۽ دلربائيون پيدا ڪيون اٿس، جن جو هڪ هڪ ڪري بيان ڪجي ته هزارها صفحن تي مشتمل هڪ ضخيم ڪتاب ٿي پوي. ٿر جا نظارا هڪ هڪ منهنجي ذهن ۾ اکين اڳيان آهن. نه وسريا اٿم نه وسرندا. سال ١٩٣٥ع کان سال ١٩٥٠ع (لڳاتار) تائين پندرهن سال ٿر سان واسطو رهيو اٿم ۽ ان جي پٽ پٽ ۾ گهوٽ گهوٽ ڏٺو اٿم. ان جون، سنون، ترايون، ڍڙها، ڍهر، ٽڙ، ويريون هڪ هڪ ڪري عبرت جون اکيون کولي ڏٺيون ۽ جاچيون اٿم. ٿر جو ڪلو (ڪنڀو) مهرائو، ڏيٿ، پارڪر ڇاڇرائي، سامروئي سڀ منهنجي دل تي اُڪريل آهن. وسڪاري جا وقت ۽ اوسر جا زمانا به ڏٺا اٿم. ٿر جا گس، گاهه، مال جو مستانو وار، هونڪارو ۽ هڪلون ڪنن سان ٻڌيون اٿم جن جا آواز اڃا منهنجي ڪنن ۾ ٻُري رهيا آهن. مارن جا جهوپا، جهوڙيون، لانڍيون، چوڪيون ۽ چوٺرا دماغ ۾ هر وقت ڦرندا رهن ٿا. لڪن وڻو

آهيان ته دل پرجي اچي ٿي. اڪيون پاڻيءَ سان پرجي ٿي وڃن ٿيون، پاڻيان ته اڏاسي وڃي ٿر جي پٽن کي پسان، مگر ڪاش پا ته آءُ اهو هوس، اهو سخت جان ڊرسائي هوس جو ڏهه ڏهه ڪلاڪ اٺ جي پٺيءَ تي سواري ڪندو هوس، ۽ روزانه ڇـوويهه ميل اٺ جي سواري منهنجو معمول هئي ۽ اڄ جسماني ضعفَ هن منزل تي پهچايو آهي جو گهر جي چاڙهيءَ جي چند ڏاڪن چڙهڻ سان به سهڪ وٺيو وڃي. نظر موڪلائي ويئي آهي ۽ پڙهڻ کان عاجز ٿي چڪو آهيان. ربالعزت مون کي صالح اولاد ۽ رزق وافـر سان نوازيو آهي، ڪنهن جو محتاج نه ڪيو اٿس. البته صحت جي گرانبها چيز کان ٿرهه آهيان. چمار ٦٧ سالن کي پهچي چڪي آهي ۽ بزرگن جي دعا ماري رکيو آهي!

مصيبت اور طولَ زندگاني- بزرگون کي دعا نے مار ڈالا.

مٿيان چند لفظ جذبات جي وهڪ ۾ وهي لکي ويٺو آهيان، ورنه اهو لکڻ مقصود نـه هو. مقصد هو هرڻ جي شڪار بابت ناظرين ڪرام کي ڪجهه معلومات ڏيڻ. قادر ڪارساز جي قدرت اپار آهي. ٿر جي بيابان ۾ سهڻي ۾ سهڻو پکي ۽ سهڻي ۾ سهڻو جانور بڪثرت پيدا ڪيو اٿس. يعني هرڻ ۽ مور. ٿر وڃڻ کان اڳ پڙندو هوس ته مور باغن ۾ رهندا آهن ۽ وڻڪار وٽندي اٿن، پر ٿر وڃڻ بعد انهن جا ولر ٿر جي ريگستان ۾

ڏسي حيرت وٺي ويئي: ٿر جا باغ ته ڪبڙ، ڄاريون،
ڪنڊا ۽ ڪونڀٽ، توهه ۽ ڪالڪه هوندا هئا. مون
پنهنجي "سير ريگستان" ۾ ان بابت ذڪر ڪيو آهي،
تنهنڪري هن مضمون ۾ ان لاءِ گنجائش نه آهي. ورنه
طوالت جو باعث ٿيندو، ۽ مان هر ڳالهه کي مختصر
ڪرڻ گهران ٿو.

هرڻ جي شڪار بابت هيٺ ذڪر ڪيل معلومات
مون کي پنهنجي محترم دوست مسٽر محمد قاسم صاحب
ميمڻ ساڪن ڏيپلي جي صحبت مان نصيب ٿي. هي
منهنجو پيارو دوست اول ته ڏيپلي پرائمري اسڪول
جو هيڊ ماستر رهيو ۽ بعد ۾ پنهنجي لياقت ۽ قابليت
جي طفيل اسسٽنٽ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر ٿيو
۽ مون سان ڏيپلي تعلقي جي گشت ۾ اڪثر اسڪولن
جي امتحانن لاءِ همسفر هوندو هو. سندس حسين چهري
۽ ان سان گڏ سهڻي سيرت منهنجي دل ۾ سندس لاءِ
برادرانه شفقت ۽ محبت واري جاءِ پيدا ڪري ورتي
هئي. سندس ڪلام ڳالهائڻ دلپذير هوندو هو ۽ رعبدار
شخصيت هوندي به نياز ۽ نمرتا منجهس بدرجهءِ اتم
موجود هئي. جو به ماڻس هڪ دفعو ڪچهري ڪندو
هو، ان کي پنهنجي محبوبانه گفتگو سان موهي وجهندو
هو. مان کيس ڪڏهن به زبردست نه سمجهيو، مگر
هن کي عزيز ڀاءُ ڄاڻندو هوس. هيئنر هو صاحب به
رٽائر ڪيو آهي. سندس طبع مون وانگر ٿي عليل

رهي ٿي. دعا آهي ته الله تبارڪ و تعاليٰ سندس عيال ۽ برڪت وجهي ۽ کيس صحت سالم عطا فرمائي - آمين.

## شڪار ڪرڻ:

هرڻ ڪنهن نه ڏٺو هوندو! هيءُ جانور ٻاڪري مال جي دفعي مان اوڪپارينڌڙ جهنگلي ڀَسو آهي. سندس قد، رنگ، شڪل شباهت ٻڪرين والگر جدا جدا طبعي ڀاڱن مطابق ٿيندي آهي. ٻڪريون ٻڪريون اڪثر هرڻين جهڙيون ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن. جابلو ڀاڱي ۾ سره ۽ گڊ، ميداني ڀاڱي ۾ ڦاڙهو، ڪاريهر ۽ سامبر، رڻ پٽن ۾ پوچانت ۽ ڪرڪو، ٿر ۾ ڪرڙيو، سڀ هرڻن جا قسم آهن. پر ٿر جي هرڻ جي سونهن سڀ کان وڌيڪ آهي. سدا واڪاڻ جڳائي، جنهن چوپاين جانورن ۾ هن هلڪڙي، جيتامڙي ڀسوءَ کي جا سونهن بخشي آهي، تنهن جي ڪهڙي واڪاڻ ڪجي؟ هڪوار ڏسڻ سان ٿي من موهجيو وڃي. پاڻ ته سدا پيو ڏسانس. سندس هر عضوو سونهن جو سرچشمو ڏسڻ ۾ ايندو. هلڪڙو جسم، هلڪو ريحائون پيٽ، هلڪو پورو ڪپاڙهو رنگ، ڊگها سنها سنها سڱ، نهايت سهڻو مهانڊو، ننڍا ڪن، وڏيون گول ڪارين ۽ نهايت حسين اکيون، جنهن تان شاعرن عورت جي سهڻين ۽ اکين کي ”مرگهه نين“ سڏيو آهي. هرڻ کي مرگهه ۽ آهو ۾ سڏيو ويندو آهي. هنسي ڪڇي، ننڍڙو پڇ، سنها ننڍڙا هلڪڙا مخملي وار، نهايت ڊگهيون مضبوط ڪڙيون

ڏڀون ۽ چست چنگهون، لنڊا ڪُرَ ۽ بلڪل چست بدن، ڪنن جو سرلو، چال ني چال هٿندو اُئين پڇندو آهي جڻ ته زمين ني پير رکيئي ڪونه ٿو. اڪ چنپ ۾ هوا سان ڳالهيون ڪندو نظر ڪان الوپ ٿيو وڃي.

انگريزن جي زماني ۾ مشڪل سان ڪنهن امير کي بندوق جو پروانو هوندو هو، تنهنڪري هرڻ جو شڪار به نالي ماتر ٿيندو هو. برسات جي بوندا باري ۽ ساوڻ ۾ ٿر ۾ چپي چپي تي هڪ، ٻه، پنج، ڏهه، پندرهن هرڻن جا ٽولا جهنگل ۾ چيڪ ساوو گاهه چرندا ڏسبا هئا ۽ دل کي راحت ۽ اکين کي سرور بخشيندا هئا. هرڻ، ٿر جي بي بها سونهن هو. هر ڳوٺڙي جي پرپان سوين هزارين مور پکڻن جي چونڪار پيئي پوندي هئي، جڻ ته بهشت آهي. انهن جي سونهن ڳوٺائن خواه مسافرن جي دل پهلائڻ لاءِ پنهنجو مثال پاڻ هئي.

نهايت افسوس جي ڳالهه آهي ته پاڪستان ٿيڻ بعد بچاء جي بندوق جي پرواني عام ٿيڻ سان هرڻ ۽ مور بندوقن چوندي چڙيا. ۽ ٿر جي سونهن هلي ويئي. وري به جيڪڏهن هرڻن ۽ مورن جي شڪار تي ڪا سخت بندش پوي ته پيا ڳي سونهن ٿر کي موٽي ملي.

هاڻي اچون ٿا شڪار تي. 'مروان سوت ملوڪان شڪار'. شڪار جو حرص، خبط، چوس ۽ شوق انسان کي نهايت بيدرد بڻايو ڇڏي ۽ شڪار جو مرض به اهڙي بري بلا آهي، جهڙو نشو، جو نيٺ شڪارين

کي علتي ۽ عادتي بڻايو ڇڏي. شڪار هٿ آيو ته ايڏي خوشي ٿيندين ڄڻ ته جاگير نصيب ٿيو. شڪار پٺيان اُڃ، بُک، ڏک ۽ ڏڪ جي پرواهه ئي نه ڪندا آهن. دستور آهي ته جهڙو ملڪ جو طبعي ڍانچو، تهڙي نموني شڪار جو حربو. جبل ۾ گهاٽ گهٽ ۽ ڪڏڻا ٿاهي، ليڪ ڪري هرڻن جو شڪار ڪن. پر ٿرَ ۾ شڪار جا ڪيترائي نمونا بڻايا ويا آهن.

١- پيري ڪڻڻ سان شڪار: ٿر جو پٽ واريامو آهي، جنهن ۾ پيرن جو نشان هميشه چٽو ۽ پڌرو ٿئي ٿو. ماڻهو اڪثر چوپايو مال چارينديڙ آهن ۽ گم ٿيل مال جو پيرو کڻي وڃي جانور هٿ ڪندا آهن. ان ڪم ۾ اڪثر هرڪو ماهر آهي. ٿر جا پکي مشهور آهن، جن تي هڪ جدا مضمون جي ضرورت ٿيندي. شڪاري ۽ ڪي جهنگ گهمندي هرڻ جو تازو پيرو نظر آيو ته هرڻ کي کولڻ ۾ ويرم ئي نه ڪندو. ونءُ جي اوٽ ۾ ليڪندو، گوڏن ۽ ٺونٺين ڀر کسڪندو، هرڻ جي نظر کان بچندي وڃي نشان جيتري فاصلي تان فائر ڪندو. هرڻ ڪڏهن پنهنجي ويهڻ جي پاڻاري، وارياسي پڌر تي ڪندا آهن، جا شڪاري اکوات جانچي ڇڏيندا آهن ۽ پوءِ پير کڻي وڃي انهي پهچندا آهن. هن طريقي کي پيرو کڻي شڪار ڪرڻ سڏيو ويندو آهي.

٢- گرگ جو شڪار:- گرگ جي شڪار جا شڪاري چاڪ ڪندا آهن جو هڪ پهاڪي يا پڙانگي

ڪاٺي هٿ ۾ ڪندا آهن، جنهن ڪري اُن جي ناڪيلي پرسان جهليندا آهن ۽ ناڪيلي واري اُن جي مهار ان ۾ ويڙهي ڇڏيندا آهن، تان ته اُن ڪي پنهنجي مرضيءَ موجب جنهن طرف يا جنهن ڏس ۾ ڪيس وراڻو پوي ته ڪيس موڙي سگهجي ۽ پوءِ شڪاري اُن جي اڳين ٽنگهن سان قدم ملائي اُن ڪي هرڻ جي سڪا ڏيندا آهن ۽ اُن ۾ لڪ ڪندا هلندا آهن. اهڙي اُن ڪي گرڪ چوندا آهن. هرڻ ويچارو انسان کان ته ڪوهين پري پڄي ويندو آهي، پر پٺي چوپائي سان ڪان هرگز نه ڏهندو آهي. پنهنجي شڪاري جتي هرڻ ڏسن ته اُن ڪي گرڪ بنائي پاڻ هرڻ جي مخالف سمت، اُن ۾ لڪ ڪري ساڻس قدم ملائيندا، پاڻ لڪ ڪندا هرڻ جي نظر کان بچندا رهندا آهن. ويچارڙو پورڙو هرڻ اُن کي اڪيلو اُٺ سمجهي چرڻ ۾ مشغول رهندو آهي. اوچتو اٺ جي پوين ٽنگهن سان قدم ملائڻ وارو توبچي غريب هرڻ کي گوليءَ جو نشانو ڪري ڇڏيندو. ازانسواءِ اٺ جي مٿان به لڪڻ ۾ ويڙهجي سنهي شڪار ڪندا آهن. هن طريقي کي گرڪ جو شڪار ڪوٺيو ويندو آهي، اٺ اوکو جانور آهي ۽ بندوق جي ٺڪاءَ تي هرگز نه ڏهندو آهي، فقط ڪن کڙا ڪري هيڏي هوڏي نهاريندو رهندو آهي.

٣- اوچتو شڪار: اوچتو هرڻ ڏسڻ ۾ اچي ۽ هرڻ به ماڻهوءَ کي ڏسي وجهي ته جهٽ ڇلانگ ماري

وٺي ڀڄندو آهي ۽ نظر کان غائب ٿي ويندو آهي. ٻر ۾ هيءُ جانور تمام ڀورڙو آهي ۽ هڪ ٽپ ٽپي ٻه ست پنڌ ڊوڙي پوڻتي ڏسندو ته ماڻهو نظر ڪونه ٿو اچي ته ڳالهه وساري چرڻ کي لڳي ويندو آهي. شڪاري به هرڻ جي نظر بچائي لڪندو ڇپندو اچي پهچندس ۽ وچاري کي فائر جو نشانو بڻائيندو آهي. جيئن ته هرڻ کي ڀڄي وڃڻ بعد اُها پوئتي ڏسڻ جي عادت نه هجي ته پوءِ ڪيس ڪڏهن به ڪو شڪاري هوند نشانو بڻائي نه سگهي.

٤- رڻ ۽ ٿر جي ڪس جو شڪار: جتي ٿر ۽ رڻ پاڻ ۾ اچي ملن ٿا، اتان جا هرڻ صبح ساجهر ماڻهن جي خوف کان پنهنجي روزانه معمول موجب رڻ ۾ هليا ويندا آهن. سڄو ڏينهن رڻ جي سڌي ۽ ٻڏان وڻڪار کان ٻاهر ميدان تي پٽن ۾ ٻوٽا چرندا وتندا آهن، سج لٿي مهل درنده جانورن کان يا سيءَ کان بچاءَ خاطر يا ٻچا ڄڻڻ خاطر ۽ انهن جي سلامتيءَ واسطي رات جو ٿر جي پٽن ۾ هليا ويندا آهن ۽ پنهنجي رهائش واري جاءِ يعني ٻوڪارڻي، پٽن جي ڏرڙن، غارن ۽ وڻن جي جهڳٽن ۾ وڃيو آرام ڪن جي جايون سندن لاءِ هميشه جو ٻوڪاريو آستانو يا گهر هونديون آهن.

شڪاري رڻ ڏانهن لهندڙ ڪس، گهيڙ ۽ گهاٽ وٽي جاچيندا آهن جتان ڪين هرڻن جا پيرا رڻ ڏانهن ويندڙ نظر ايندا آهن. جڏهن خاطري ٿيندي ته سج لٿي مهل

رڻ ـ مان هرڻ واپس موٽندا ۽ انهن لنگهن تان لانگهائو ڏيندا ته پوءِ اهڙن لانگهن تي يا سچ لٿي يا صبح جو پنيرڪي ۾ زمين تي ڪڏوڻ يا ڪڏا يا مورچا بنائي يا وڻن ۾ لڪي وڃي ويهندا آهن يا پيٽ پر ستهي پوندا آهن. اجا ويچارا هرڻ ويجها اچن ته گوليءَ جو نشانو ٿيو وڃن. هڪڙو ڪيرو ته ويچارا ٻيا پورڙا هرڻ منجهي پوندا آهن: ڪجهه دير ته ٿونبڙن ۾ ڏاهه ۾ ڪاڻيندا ۽ ڪيري پيل هرڻ جي ڏاهن تي ڏاڍيءَ همدرديءَ مان موٽي ايندا جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو جو ٻه ـ ٽي ٻيا به اجل جو شڪار ٿيندا. ان بعد هراسجي ڀڄي ويندا آهن.

٥ـ جيپ مان شڪار: اڄڪلهه اميرن ۽ آفيسرن جو شڪار جيپ جي ذريعي ٿيندو آهي. رڻ جي سڌي ميدان ۾ هرڻن پٺيان تيز جيپ ڪاهي ڇڏيندا آهن ۽ نيٺ ويچارو ساهه وارو جانور ٿڪجي پوي ۽ جيپ ويجهو پهچيو وڃي ۽ هرڻن تي گولين جو وسڪارو لاهو ڏين. هرڻن جي چالن جو نظارو هن شڪار ۾ عجيب منظر لائي ڇڏيندو آهي. هرڻ ويچارا ايڏا ته وڏا چال ماريندا آهن جو الڪشت بدانداں اچي وينديون آهي. هرڻن جي اها دوڙ فقط انڪري ممڪن ٿي سگهي ٿي جو هيءُ جانور پاڻي نه پيئندو آهي سو به جڏهن وسڪارو ٿئي ۽ تراڻون پاڻيءَ سان پرجي وڃن تڏهن رات جو لڪي ترائن جي ڪنارن تي ايندو آهي

نه ته ڀيو ٿيو خير، پاڻي نه پيئڻ ڪري ٿي هيءَ جانور
ايترو ڊوڙي ۽ ڇال ڏيئي سگهي ٿو. پاڻي پيئڻ ڪري جانور
اڻمن ڪري نه سگهندو ۽ جلد ٿڪجي ڪري پوندو.
ڪڏهن ڪڏهن ڪي پيٽ سان (حامله) هرڻيون وڇاريون
هن ظالم جو شڪار ٿينديون آهن. اهي ڪسي جڏهن
پيٽ ۾ ٻچي سوڙي گولي لڳندي آهي، تڏهن
جيڪا هوءَ پاڪار ڪندي آهي. ان جي پڙڻ سان هڪ
انسان جا وار ٿي ڪاندارجي ويندا آهن، مگر ظالم
شڪاري اها پاڪار ٻڌي ٿهڪڙي ۾ پئجي ويندا آهن.

هن سيني شڪارن جو مون معائنو ڪيو آهي.
سال ١٩٣٦ع ۾ مون ٻه شڪار جو شوق دل ۾ ڌاري
بندوق جو ليسن ورتو هو. مگر پهرئين ٿي ڏنعو جڏهن
رڻ جو شڪار ڏٺم تہ توبهہ تائب ٿي ويس ۽ بندوق
فقط لٺ وانگر سانڍيو رکيو ويٺو هوندو هوس. ڪڏهن
ڪڏهن ڏيپلي جو ستارو سيمڻ مون کان بندوق گهرندو
هو، جنهن ڪي ڪارتوس به ڏيندو هوس ۽ هو شڪار
ڪري ايندو هو. ورنه ڏيپلي ۾ هرڻ جو پندو هڪ-ٻن
رپين ۾ ملي ويندو هو، ۽ پچاراڻي ڪائيندو هوس.
ستارو سيمڻ هڪ هوشيار پيرڙيو شڪاري هو ۽ عام طرح
آفيسر آفيسر ڪيس پنهنجي بندوق ۽ ڪارتوس ڏيندا هئا
ته هو ڏيڪيءَ جو سوير ويندو هو ۽ شام جو وڏي
سج ضرور ڪونه ڪو هرڻ شڪار ڪري ايندو هو،
هرڻن ويچارن جا سهڻا سڱ منهن جي هڏي سوڏا اميرن

جي ٻنگلن جي ديوارن جي آرائش هڪ طرف ٿيندا ته ٻئي طرف هرڻ جي کلن مان نرم بوٽ، نماز جا مصليٰ، فراهيون، نتون (قطعون) ۽ زيرگاديون تياريون ويندبون هيون.

هن کان اڳ سنڌ جي جانورن ۽ پکين جي شڪار تي مضامين لکيا اٿم. دل چوي ٿي ته ڦاڙهن، ڪلورن ۽ گورڙامڻن، سهن ۽ سيهڙن جي شڪار بابت لکان، جي شڪار اکين ڏٺا اٿم. انهن کان سواءِ شينهن جي شڪار ۽ هاٿين جي ڦاسائڻ بابت جيڪي حقيقتون مرحوم عثمان علي انصاريءَ جي زباني ٻڌيون اٿم، انهن کي قلمبند ڪرڻ مان به منهنجي نظر ۾ ناظرين ڪرام کي ڪافي معلومات حاصل ٿيندي.

— وما توفيق الا بالله

(٣)

# ٻرٻلن يا بلبلين جو شڪار

سيارو 'منهن' ڪيندو' هو ته ٻرٻلين جي قاسائن جا سالياها شروع ٿيندا هئا. ننهنجي ڪوٺ هالن تون ۾ ته هي آزار ذاديو زور هوندو هو. ٻرٻلن قاسائن وارا ڪوڙڪا ناهن ڪي لڳي ' ويندا هئا، جي ٻرٻلن جي گرفتاريءَ جا وارث هئا. پرائيون ڏوپ 'چنيون وڪامن لڳنديون هيون، چوَ ته انهن جون لوهي تارون ڪوڙڪن ۾ ڪتب اينديون هيون. ٿهيل ڪوڙڪا هڪ طرف وڪاملدا هئا، ته ٻئي طرف ننڍي ٿهيءَ وارا نوجوان ڇوڪرا پڻ پنهنجي شوق پوري ڪرڻ لاءِ خود ڪوڙڪا ناهيندا هئا. وٽ ونان ٿي ويندي هئي. اسان جي ٻني ته ٻرٻلن قاسائن لاءِ چڻ هڪ شڪار گاهه هئي. ان جو سبب اهو هو جو ٻنيءَ جي هڪ طرف ويءَ هوندي هئي، جنهن ۾ ٻرٻلن جي پيئڻ لاءِ شفاف پاڻي موجود هوندو هو، ته ٻئي پاسي ڪان ڏيڻيءَ جو باغ هوندو هو، جنهن جا ميوا سندن لذيذ کاڄ هو. ٽئين طرف وري ڪيڙين، چارين ۽ ڪرڙن جا وڻ هئا جن ۾ ڦڪ، پيرون، پڻسي ۽ پڪا ڪثرت سان پيدا ٿيندا

هئا، جن جون ٻلبلون عاشق ھونديون ھيون. اھو عشق ڪين گرفتاريءَ لاءِ اني، ڪتان جو آٿي ڪيندو ھو. چوڌيرو طرف ھڙيءَ جا گھاٽا وڻ ۽ سندن ٽيڪڙو ٽيڪڙو جي خوشنوا آواز سان ڳونججي ويندا ھئا، باقي وچ وارو ميدان اسان جي ھنيءَ جو ھڪ آئنو ھوندو ھو، جنھن ۾ ٻلبلن جا ظالم شڪاري ڏنگھر مٿي اچي تپ ڏاھيندا ھئا. ڇپي ڇپي تي ھڪ تپ ڏاھيو ويندو ھو ۽ ڏنگھر مٿي ٻلبلن جي ڦاسائڻ لاءِ اڏا تيار ڪيا ويندا ھئا.

ڪوڙڪيءَ ڏاھڻ لاءِ ھڪ لٺيءَ جي ڪاني ۽ ھڪ ڏوپ اچڻيءَ جي تار ضروري ھوندي ھئي. ڪانيءَ ۾ ھڪ ڏنگ مٿان ۽ ھڪ ھيٺان ڪيڏو پوندو ھو ۽ تار کي ڪجھ قدر ڪمان وانگر ورائي ان ڪانيءَ سان ٻٽ ڪيو ويندو ھو. مٿين پاسي ھڪ زھ سان تار کي ڪانيءَ سان ملايو ويندو ھو ۽ ڏنگ جي ھيٺي پاسي ھڪ ننڍي ڪاني، جنھن کي منڪ پڇو ويندو ھو، تنھن سان ملايو ويندو ھو. ھڪ ٻي، ٽي انچ ڪن ننڍي ڪاني، جنھن کي آڪڙي چوندا ھئا، ان جو ھڪ پاسو ڪانيءَ جي مٿين سوراخ ۾ اھڙيءَ طرح وڌو ويندو ھو، جو ٻلبل جي ان آڪڙيءَ تي ويھڻ سان آڪڙيءَ جو ٻلبل جي ٻار سبب ڦڪري وڃڻ ۽ ٻلبل وچاريءَ جي بعضي ھڪ ٽنگ ۽ بعضي ٻئي ٽنگون ڇپ ڪوڙڪيءَ جي زھ ۾ منڪ تي وڃن

جو عمل يڪدم ني ويندو هو. بربل ويچاري لڙڪي پوندي هئي ۽ جند ڇڏائڻ لاءِ ڳهٽوڻي ڦٿڪندي هئي مگر سڀ بيسود.

بربلن جا شڪاري ڇا ڪندا هئا جو شام جو وڻجي ٽپڻ ۾ ڪوڙڪا منڊي ايندا هئا ۽ هر هڪ ٽپ تي هڪ ڏاربل بلبل مٺڙي طور ويهاري ويندي هئي ۽ ڪوڙڪن جي آسپاس مکڻ ۽ پيرن جون ڏاربون مکڻ ۽ پيرن سان جنجهيل رکيڙيون ويندبون هيون. انساني دماغ عجيب آهي ۽ لالچ بري بلا آهي. سج ايرڻ کان اڳ ڪوڙڪائي وڃي ٽپڻ کي اک ۾ ڪري ويهندا هئا. سج ايرڻ سان بربلن جا ڏار جڏهن هن ميدان جي مٿان لنگهندا هئا، تڏهن مٺڙي طور ويٺل بربلون پنهنجي وکر کي ڏسي پرت سان پڪاريندبون هيون. مٺڙيا نه ويچارا پينيءَ سان پڌل هوندا هئا، جنهنڪري آڏامي ان ڏار سان ملي ڪين سگهندا هئا، تنهنڪري هنن کي مڪ جا مڏ ڪندا هئا. هي پيارا پکيڙا پنهنجي همجنس جو آواز اونائي، مک، پيرون، پڻسي ۽ پڪا جام ڏسي پڙڪا کائيندا، ٽپڻ تي لهي ايندا هئا، جتي سندن ڦاسيءَ جو سامان موجود هوندو هو. صرف سندن هيٺ لهڻ جي دير هوندي هئي. بربلن ويچارين جي سڄي ڏار جو ڪي ڪنهن ٽپ، تي تي نه ڪي ڪنهن ٽپ تي قدم رکنديون هيون ۽ جيئن پائينديون هيون نه آڪڙيءَ تي وهي مزي سان

مڪ ڪاڻين، تہمن آڪڙي، جا اهڙي الڪل سان رکي
ويندي هئي جو فقط ڪک جي اشاري سان ئي ٽڙي
وڃي، سا وڃي هيٺ پوندي هئي ۽ ٻربل جون ٻئي
ٽنگون ڪاٺ ۾ . مڪ وڃي ڪوڙڪيءَ سان پڇندي
هئي ۽ ٻربل ويچاري ٽنگن پر دام تزوير ۾ گرفتار ٿي
ويندي هئي . اهڙيءَ طرح ڪڏهن ٻربلون سوَن
جي تعداد ۾ ڦاسي پونديون هيون . ڪن ٽنگين ٻربلن
جون ڪچڙيون ٽنگون پڇي به پونديون هيون، جو
زهر ۾ ڏاڍو وَڪ ڪيل هوندو هو . شڪاري ويرم ئي
ڪانم ڪندا هئا، ڊوڙندا ايندا هئا ۽ ٻربلن کي ڪوڙڪن
مان ڪڍندا، پڃرن ۾ بند ڪندا ويندا هئا ۽ پڃرا
گنديءَ ۾ ويڙهي ڦتڪندڙ ٻربلن کي ڪنهن شهر ۾
وڪڻڻ لاءِ نازل ٿيندا هئا . ٻربلن جا گراهڪ هنن
شڪارين جي انتظار ۾ هوندا هئا ته ڪڏهن ٿا پڃرا
پرجي اچن .

ٻربلين جي قيمت به ڇا هوندي هئي؟ فقط ٽڪو
يعني اکوٽا به پئسا. ٻربلون مختلف قسمن جون هونديون
هيون، سون کي هيٺيان قسم ياد اچن ٿا :

١ - ڪالرو ٢ - سينڌرو ٣ - ڪچڪچائين ۽ ٤ . ٽاريلي .

پهرين ٻن قسمن جي سڃاڻپ هيءَ هوندي هئي ته
ڪالرو ٻلبلن کي مٿي تي سڀ ڪنپ ڪارا هوندا هئا
۽ سينڌروءَ کي سندس ڪاري مٿي ۾ هڪ ڳاڙهو
سنهون ڪنپ هوندو هو . ڪالرو جلد هيري ويندي

هئي، مگر سينڌرو هيرڻ ۾ دير لڳائيندي هئي. شڪل
شباهت ۾ ٻئي هڪجهڙيون هونديون هيون. البت وزن
۾ سينڌرو ڳري هوندي هئي. ڪي ٻرٻلن جا ڏاريندڙ
سينڌرو بلبلن جا ٻچ ڪوهي انهن کي لنبو ڪندا هئا
۽ انهن کي سينڌرو جي بدران لنبو سڏيو ويندو هو.
لنبو ڇپيءَ تي آسانيءَ سان ايندو هو. ۽ وڏا ڇپا ڏيندو
هو. ۽ ڪالرو ايترو وڌن ڇپن تي ڪاڻ ايندي هئي،
جيترن تي سينڌرو. هنن ٻنهي ٻرٻلن جو رنگ ۽ نمونو ساڳيو
هوندو هو. فقط مٿي ۾ ڳاڙهي سنهي ڪنپ مان سندن سڃاڻپ
ٿيندي هئي. ڪالرو مادي هوندي هئي ۽ سينڌرو نر
هوندو هو. ٻنهي جي پيچ هيٺان پيلي رنگ جا نرم ۽
نفيس ڪنپ هوندا هئا جن کي ڪيچا سڏيو ويندو هو.
ٽيون قسم ڪڇڪڇائين ٻرٻل جو هوندو هو، جنهن
۾ فرق صرف اهو هوندو هو جو مٿان ڪي زائد
چٽڪبرا ڪنپ هوندا هئس، جي گويا ڪمندا پيا هوندا
هئا. هن ٻرٻل جي قيمت فقط هڪ آنو هوندي هئي.
چوٿون قسم ٿاريلي ٻرٻل جو هوندو هو. هن ٻرٻل جو
رنگ روپ، شڪل شباهت ۽ قد و قامت مختلف هوندي
هئي. پهرين ٽن قسمن وارين جا ڳَلَ سفيد هوندا هئا،
مگر ٿاريلي ٻرٻل جا ڳَلَ به مٿي وانگر ڪارا هوندا
هئا. بدن پورو هيٺ جي بجاءِ ٽمرائون هوندو هوس ۽
ڪيچا پيلي رنگ جي بجاءِ ڳاڙها هوندا هئس. هي ٻرٻلون
تعداد ۾ گهٽ ٿينديون هيون، جنهنڪري اقتصاديات

جي اصول موجب قيمت ۾ پيٽي هوندي هئي، يعني
پسه آڻا، گرڙنگ، شوقين، هن ٻبرٻل کي پسند ڪندا
هئا ڇو ته هيءَ وڏيڪ وبڙهو هوندي هئي. ٻبرٻلن جا
واپاري هر هڪ ٻبرٻل کي پيٽي ڇلهه ۾ وجهي ڏيندا
هئا ۽ اهـا سندن قيمت ۾ داخل هئي. باقي ڏورو
هرڪو پنهنجو ٻاڻ وٺندو هو. ٻالولي به هن موسم
جو فائدو وٺي ڏورا، قسمين قسمين ريشمي سنگن سان
۽ زريءَ جي تندن سان ٺاهي وڪري لاءِ رکندا هئا.
سادا، اوچا، ريشمي، موتي ۽ زريدار، مطلب ته جيتري
قيمت پري سگهي، سو اهڙو عمدو ڏورو حاصل ڪري.
ٽاريلي ٻبرٻل، بنسبت ٻين ٻبرٻلن جي قد ۾ وڏي ۽ وزن
۾ گهٽي هوندي هئي، مگر ان هوندي به ٽڙت وڏيڪ
هوندي هئي ۽ هيرڻ ۾ به دير ڪانه ڪندي هئي.

ٻبرٻلن جي واپار مان چار ڌريون خوب ڪمائينديون
هيون: هڪڙا شڪاري، ٻيا ڪوڙڪا ٺاهيندڙ، ٽيان
ٻالولي ۽ چوٿان پڃرن وارا. ڇو ته جيستائين ٻبرٻل
هيري پري ۽ هٿ تي ويهڻ جهڙي ٿئي ۽ ڪِليءَ
تي ويهي سگهي، تيستائين پڃرو ضروري هوندو هو،
جيئن ويچاري ٻلي يا ٻليءَ جو ڪاج نه ٿي وڃي.
"ميروان موت، ملوڪان شڪار" ٻبرٻلن جي گرفتاريءَ
مان ڪيترن جو روزگار ٿيندو هو. ان کان سواءِ ٻبرٻلون
ڌاريندڙ ۽ هيرائيندڙ به چڱو ڪمائيندا هئا. ڌاريل ٻلبل
جو ڪا فقط چپن تي اچي ما اٿين آڌي وڪامندي هئي

۽ جا ڏوزي ۽ پيٽيءَ سميت پٽ تي ڇڏي ڏجي ۽
اتان پيٽي ڏيکارڻ ۽ سيند وڄائڻ سان موٽي ڇڏي ٿي،
ھلي اچي سا رهي ٿي، ۽ اھا بربل جنهن جو ڏوڙو
پيٽي ڪيئي ڇڏجي تڏهن به گهمي ڦري پنهنجي ڪليءَ
تي موٽي اچي سا ڏيڍ رهي وڪامندي هئي.

ڪي شوقين بربلن کي وڙهائيندا هئا، جهڙيءَ
طرح تترن ۽ ڪڪڙن کي وڙهايو ويندو آهي. بربل
کي اول وڙهڻ آرسيءَ تي سيکاريو ويندو آهي. آرسي
اڳيان رکبي، هئس ته وڃاري سمجهندي هئي ته اها
ڪا ٻي بربل آهي ۽ ان کي خوب ٺونگا ۽ چنبا
هڻندي هئي ۽ عجيب تماشو ڏسڻ ۾ ايندو هو.

بهرحال، ويچاري قيدياڻي بربل پڃريائين ته پنهنجي
آزاديءَ ۽ باغن جون بهارون ڇڏڻ تي گهٽو ڏي ٿيسو
ڪندي هئي، گيت ڪندي هئي ۽ ڪڪڙين وانگر
چار ڪندي هئي، نه کائيندي هئي نه پيئندي هئي.
مگر آخر هي ڪارو مٺو پڃرو ۽ آيو جانور يعني
انسان ڇا نٿو ڪري. سگهي! بربلن کي لالچائي ڪيئن
نه پنهنجو غلام ۽ اشاري تي هلڻ وارو پکي بنائي
سگهي ٿو. رڏل لاهوري گجر، ڪتل، مٺايون ۽ ميوا
وغيره پيٽيءَ طور، کيس ڏيکاري لالچائي، آخر ڪالهس
چمن وساري ڇڏيندو هو. ٿوري گهٽي ڏينهن هوءَ
ڪاٺ پيٽي لڳندي هئي، پوءِ کيس ڪجهه وقت بک
ڏيئي ڇپڻ تي آٽي لاءِ هڪ هٿ تي ويهاري ٻئي هٿ

ڪي سٺي ڪٺي ڪيس پيٽي ڏيکاربي هئي ته ڪاڏي لاءِ
ونڃاري پڙڪو ڏيئي ڇپي ٿي انڊي هئي. پهريائين ڏنڊا
ڇپا آخر رفتي رفتي وڏا ڇپا ٿي ويندا هئا.

هتي چند لفظ آءٌ پنهنجي متعلق به چوندس. مون
کي ننڍي هوندي رنگين ساٿ گهڻي دلچسپي ڪانه
هوندي هئي، پر پکيءَ جي حسن تي دل مائل ٿي ويندي
هئي ۽ پکي ڌارڻ جو شوق هوندو هوم. پکيئڙن ته
مون کي مفت ۾ ملنديون هيون، جيترو مون به دل چاهيم
چو ته اسان جي ٻنيءَ ۾ پکين جو شڪار ٿيندو هو ۽
ان طور پکيڙن اسان کي مفت ۾ ملنديون هيون، پر
شينهن وانگر پنهنجي شڪار مان ڪاٿي مون لاءِ عيب
هوندو هو. مون پاڻ چار ڪبوترڪا پنهنجا خريد ڪيا
هئا ۽ اجهو تي پاڻ وڃي ٽپن تي منهنجي اڏندو هوس.
خوش قسمتيءَ سان پکيئون قائم رهنديون هيون ته پنهنجي
ڪاميابيءَ تي ڏاڍو سرهو ٿيندو هوس. ڪيون پکيون پنهن
پاڙي وارن ٻارن کي مفت ڏيئي هڪ ٻيا ۾ پاڻ ڌاريندو هوس،
جنهن لاءِ مون کي گهڻي پٽ ڪوهه ۽ جفاڪشي ڪرڻي
پوندي هئي. منهنجي ونجهائن به پکين لاءِ سڪيس ۽ ڏاڍي سان
وڃائيندو هوس. منهنجي ڪيسي جي خرچي سڄي پکين
جي قوت لاءِ وقف هوندي هئي. پکين کي روز وهنجاريندو
هوس. وات ۾ پاڻي وجهي ڦونگهارا هڻندو هوس ۽
پوءِ انهن کي ڪليءَ تي اس ۾ ويهاريندو هوس. مگر
جڏهن پر سڪي، ڇنڊي، ڪنڇا ڪنبائيندون هيون، تڏهن
ڏاڍو لطف اندوز ٿيندو هوس. پرن سڪائڻ بعد هو

ڏاڍيون سهڻيون ۽ خوش نما نظر اينديون هيون. رات جو ڪجھ دير تائين ويهي ڪين اوجاڳو ڏيندو هوس ۽ ڇپن تي آڱر جي مشق ڪرائيندو هوس.

مطلب ته هن موسم ۾ سڄو شهر جتي ڏسبو هو اتي ٻرٻلون ئي ٻرٻلون نظر ايديون هيون. درزين جا دڪان ته ٻرٻلن سان ڀريا پيا هوندا هئا. هر هڪ ڪاريگر کي پنهنجي پنهنجي هڪ ٻه ٻه، هريل ٻرٻل هوندي ئي هوندي هئي. جتان لنگھبو هو ته ٽيڪڙو ٽيڪڙو جو مٺو ۽ دلپذير آواز ڪنن کي خوشي پيو بخشيندو هو. هاڻي ۾ ٻرٻلن وڪڻن وارن جا نالا به مون کي ياد آهن، مگر خاص ماڻهو جنهن جو نالو سوڍو هو، تنهن وٽ ته گراهڪن جي ڀيڙ نظر ايندي هئي. ڇو ته هو پنهنجي ٻرٻلن جي تعريف ۾ اهڙا اهڙا ته جملا گھڙيندو هو جو سڀڪو سندس گراهڪ ٿي ويندو هو. بيشڪ سوڍو هن ڪم ۾ طاق هو. ڇو اٿن ته "ڪسب ڪمال ڪن ڪ عزيز جهان شوي" ٻه - اڍائي رپيا روز ڪمائيندو هو، جو ان وقت جي لحاظ کان تمام سٺي ڪمائي هئي.

سوڍو سوڍو هو. ٻرٻلون ڦاسائي ته سوڍو، وڪڻي ته سوڍو، هيرائي ته سوڍو. سندس منهن سهڻن سان ڇڳيل، ڀنڀڙيون ڪٽيل، ڪنن ۾ چانديءَ جون ڪوڏيون يا مرڪيون، بدن تي صدري ۽ ڪاري ڪانچ هوندي هئس. ذات جو ويچارو ڪڇير هو، مگر پاڻ خاڪ شوريءَ

جو ٻور ھيو ڪري ڪائيندو ھو. پڇاڙيءَ جو ٻڪو جمعاڻي ھوندو ھو ۽ جمعي ڏي آورس راڳ ٻڌڻ لاءِ پٽ شاھ تي ويندو ھو. پڇيو ھوس ته "سوڍا، جمعو چڱو لڳو؟" ته چوندو ھو ته "سائين، ھن جمعي تي ٻھ۾ فقيرن جي پرسان جاءِ ملي ويئي ۽ ھڪ ڏڏو وچائي "بي فرحتي" ڏي وڃي وھيا ھئاسين. جڏھن ٻربلن جي موسم ختم ٿي ويندي ھئي، تڏھن درزين جي دڪانن تي استريون تپائيندو ھو، پيڙا ٺاھيندو ھو ۽ ڪوڪ ڪيندو ھو. جيڪڏھن ڪو ڪيس "استاد سوڍا" ڪري سڏ ڪندو ھو، ته نهايت گدگد ٿيو ويندو ھو. خدا کيس مرھ ڪري، گھڻو زمانو ٿيو جو گذاري ويو. ھن جي وفات بعد ھالا ۾ ٻربلن جو سارو ڏندو رونق ڇڏي ويو ۽ آھستي آھستي ختم ٿيندو ويو. ھينئر ھالا ۾ ھيءَ شوق برائي نام آھي. سٺو آواز ۽ زيور، حسن جيئن انسان جا دشمن آھن، تيئن سٺن پکين لاءِ ٻه جاني دشمن آھن. ڪنھن شاعر چيو آھي ته:

خوشنوائيءَ نسم رکيو مونکي اسير صياد،
مون ڪان صدقي ۾ ڪسڻ وارو آڪڙ ۾ ڇڱو.

( ۴ )

# پلن جو شڪار

"مهراڻ"، اسان جي پياري سنڌ ملڪ تي جيڪي لامحدود عنايتون ۽ نوازشون ڪيون آهن، انهن مان پلو به هڪ وڏي غنيمت آهي. سنڌو درياءَ جي هيءَ عجيب غريب مڇي، فقط سڀاڳن سنڌين کي ئي نصيب آهي، باقي تمام دنيا هن نعمت کان محروم آهي. هن مڇيءَ جي ڪشش دنيا جي ڪيترن ئي حڪمرانن، فاتحن ۽ سياحن کي ڪشان ڪشان سنڌ جي سير ۽ سفر لاءِ آماده ڪيو ۽ پلي جي موسم ۾ سنڌ ۾ رهي، ان جي لذت حاصل ڪرڻ تي مجبور ڪيو. هر هڪ سياح جنهن سنڌ جو پلو کائي ڏٺو تنهن پنهنجي سفرنامي ۾ ان جي تعريف کي ڪڏهن به نظرانداز نه ڪيو.

تاريخ ۾ لکيل آهي ته تغلق گهراڻي جو مشهور فرمانروا محمد تغلق باغين جو تعاقب ڪندي دهليءَ کان اچي سنڌ جي قديم تختگاهه شهر ٺٽي ۾ پهتو. جتي جي عمدي آبهوا کيس پسند اچي ويئي ۽ اتي رهي پيو. محمد تغلق کي پلو ايترو قدر ته مرغوب طبع آيو جو رات ڏينهن بي اختيار ئي پلو کائيندو رهندو

هو. حتيڪ بيمار ٿي پوَ ۽ بيماريءَ جي حالت ۾ جڏهن ڀلي کائڻ کان پرهيز لازمي هجي، تڏهن به ڀلي کائڻ کان پاڻ کي پلي نه سگهيو، جنهنڪري اُني سندس موت واقع ٿيو.

اڄ به سنڌ ملڪ سان غير مانوس قومون، جي هتي آيون آهن يا ايندڙيون رهڻ ٿيون سي پلي کائڻ مان ڏاڍيون ٿي ڪونه ٿيون. جيتوڻيڪ هنن کي پلي رڌڻ يا رڇائڻ جي پوري تربيت به نٿي اچي، جنهنڪري پلي جي حقيقي لذت کان به نا آشنا آهن. اسان جا هندو پاڙي، جي پاڪستان قائم ٿيڻ بعد پارت ويا آهن سي ويچارا پلي لاءِ پڪاريندا ٿا وتن.

سنڌ ملڪ جو ڄرڪو، گندڻ، سينگاري، منڪر، ڪگو، گانگٽ ۽ پوڻ چند ٻي چلر مڇيون، جن کي سنڌي ماڻهو بي لذت، بي سواد ۽ قوڪ جهڙي مڪروه مڇي سمجهي کائڻ کان اڪثر دريغ ڪندا آهن ۽ فقط واپار جي لحاظ کان هند ۽ پاڪ جي پين پاڱن ۾ موڪلي ڏيندا آهن، تن کي اتي جا ماڻهو غنيمت سمجهي وڏي شوق سان واپرائيندا آهن. باقي نازو پلو ٿي آهي جنهن جي نعمت فقط سنڌ جي رهاڪن کي ئي نصيب آهي. هيءَ اهڙا نازڪ مڇي آهي جا گهڻو وقت جٽاءُ نٿي ڪري، مگر جلد ئي خراب ٿي وڃي ٿي. جيتوڻيڪ برف جي ذريعي ان کي ڪجهه دور هند تائين موڪلڻ جي ڪوشش به ڪئي وڃي ٿي، تا ته پيا نه ان جو

حظ ۽ مزو وٺن. مگر تازي پلي جو لطف هڪ اڙور
نعمت آهي. آنياري پلي جي آني ۽ ڪيري پلي جي
ڪس ۽ ڪيري، آهي چيزون آهن جي قوت جي لحاظ
کان سون جي ڪشتي کان به وڌيڪ آهن، چو ته
دنيا جي ٻين سڀني مڇين کان پلي ۾ وڌيڪ قدرتي
فاسفورس پيل آهي. پلي جو پيارو ته وري الله تعاليٰ
جو اهو انعام آهي جو عام طرح سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي
ته: "جڻ ڪاڏا پلن جا پيارا، تن جا هينڙا ويچارا."
پلي جي بي انداز قدرتي لذت جو ثبوت هن مان ملي ٿو،
جو دنيا جي ڪنهن به ٻئي ٻوڙ يا ڀاڄيءَ سان، ايتري
ماني هرگز نه کائي سگهبي، جيتري پلي سان کائي
سگهبي. ٻوءِ اهي ٻوڙ چو نه ڪٿي مختلف گوشتن، مڇين
يا ڀاڄين جا هجن. ڪهڙو به ڏڌڙ انسان، پلي سان
ڪم از ڪم ٽيڻي ماني يا چانور کائي اٿندو. اسان جا
غير سنڌي دوست جڏهن به پنهنجي سنڌي احباب وٽ
پلي جي موسم ۾ مهمان ٿيندا آهن، تڏهن اهائي واڳي
وات هوندي اٿن ته: "ادا، ڪو اسان کي پڪل پلو
کارايو." سنڌ جا مهمان نواز سنڌي سماجهڙا پنهنجي
عزيز ۽ دوستن کي وڏيءَ دل سان پنهنجي پنهنجي
استطاعت آهر، مهراڻ جي ڪناري وارن حسين شهرن
۽ ڳوٺن ۾ خاص موقعا پيدا ڪري وٺي ويندا آهن ۽
اتي تازا درياءَ مان نڪتل پلا وٺي، مختلف نمونن سان
مصالحا ڏياري تيار ڪرائي، ڏؤ ڪرائي، من مستي ڪرائي

سوگندا آهن. بعضي ته وري سنڌ جا هلندي پڄندي ۽ وارا امير ماڻهو پنهنجي غير سنڌي دوستن کي خود ميربحرن جي مياڻين تي وٺي ويندا آهن ۽ کين ٻيڙين، ڪشتين ۽ ڍونڍين تي سير به ڪرائيندا آهن ۽ ٻلهي کان به دل سير ڪرائي واپس وٺي ايندا آهن جو هو عمر تائين ياد ڪندا رهندا آهن. ان کان علاوه هنن کي ٻلهي مارڻ جا مختلف نظارا پڻ ڏيکاريا ويندا آهن ته ڪهڙيءَ طرح نه سنڌ ملڪ جا سياڻا، سنوارا ۽ ڏاڏي جا پوڙها امير البحر مهراڻ جي لهرن سان لڙندا، سنڌس سيني تي سواري ڪندا، نهايت سانت ۽ اطميان ۽ يقين سان رب جي توه تي ترندا، رات ڏينهن ٻلهن سان وڙهندا، وندينداء شڪار ڪندا پنهنجون سون سياڻيون هزارين ٻلهن سان پڙ ڪندا رهندا آهن. ٻلهن مارڻ جا به مختلف طريقا آهن، مثلاً هيٺيون طريقو آهي:

١- رڇ جو شڪار: هن ۾ ميربحر چاريءَ کي ڦيرائي، گهيرو ڏئي ايندا آهن ۽ هڪ ٻيو رڇ ٻيڙيءَ تي رکيل هوندو آهي. اهڙيءَ طرح ٻلهن کي گهيري ۾ آڻي، رڇ جا ٻيئي پاسا ڇڪيندا آهن ۽ جيڪي ٻلا انهيءَ گهيري ۾ چاريءَ جي اندر اچي ويا تن کي ڪڍي ڪناري تي اڇليندا ويندا آهن. هرهڪ رڇ جي ورڪم از ڪم چاليهه، ٽريون ٿيندي آهي ۽ هيٺان مٿان خواه ترو ۾ رسا ٻڌل هوندا، انس وچ کي ڇڪڻ سان جيڪو

۽ ٻلو رڇ ۾ اڇي ويو سو ڦاسي پوندو. اهڙيءَ طرح هرهڪ رڇ ۾ واري واري سان پنجن کان ڇهن سوَن ڏاڙهين پلا مرن ٿا.

٢- گهاڙوءَ جو شڪار: گهاڙو به رڇ وانگر آهي، تفاوت صرف هي آهي ته رڇ ۾ ڪوٺريون ڪونه هونديون آهن پر گهاڙوءَ ۾ ڪوٺريون به هونديون آهن، جن ۾ وڃي پلا ڦاسندا آهن. رڇ جي فقط ورڙ ۾ پلا ڦاسندا آهن. ڪوٺرين وارو پيو رڇ ٻيڻ جو آهي جنهن جي ڪوٺرين ۾ پلا قابو ٿيندا آهن.

٣- ٻيڻ جو شڪار: ٻيڻ ۾ سڄي درياءَ جي آرپار چار وجهي ڇڏبي آهي. اندران ڏي اندران ٻيڻ ۾ ڪوٺريون ٺهيل آهن، جنهنڪري جيڪو به پلو وَهڪ کي سامهون اوڀارو ايندو - ويندو، سو انهن ڪوٺرين ۾ لوهه ٿيندو ويندو. ٻيڻ جي شڪار ۾ هڪ ڏي دفعي ڏهن هزارن جي تعداد ۾ پلا مرن ٿا.

نوٽ:- ٻيڻ ۽ گهاڙو ٻئي اهڙيون آفتون آهن، جو سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته "هٿينس ٻيڻ ۾" يا "گهاڙوءَ جي منهن ۾ اچي ويو آهيان، خدا جند ڇڏائي."

٤- سنهيوڙي يا سنهي جو شڪار: هن ۾ ٽي ڪاٺيون هونديون آهن. هڪ ڪاٺي قريباً پندرهن هٿن جي اڀي بيٺل هوندي آهي، جا پاڻيءَ کان مٿي نظر ايندي

رهندي آهي ۽ ٻيون ٻه ڪانيون اٽڪل پنجن ترين
جون پڻ ٻُٽل هونديون آهن، انهن ۾ هڪ چاري پيل
هوندي آهي، جنهن کي سنهيوڻي چوندا آهن. اها سنهيوڻي
هر هڪ ميربحر الڳ الڳ ڪٽي، ٺنبو پيٽ هيٺان ڏيئي
درياءَ ۾ لاهي ٻوڙيندو آهي. سنهيوڻيءَ ۾ هڪ ڏور ٻڌل
هوندي آهي، جنهنڪري جيڪو به پلو چاريءَ کي
جنهن وقت اچي لڳندو، ان وقت ان ڏور جي وسيلي
ماريءَ کي خبر پوندي ته پلي ڪنڍي ڏني آهي ۽ هڪدم
وٺي چاريءَ کي ڇڪيندو ته پلو چاريءَ ۾ قابو ٿي
پوندو. جيڪڏهن ماري غفلت ڪئي ۽ چاري نه ڇڪائين
ته پلو ڇڄي پوڻي واپس هليو ويندو. اهڙيءَ طرح
جيڪو پلو سنهيوڻيءَ ۾ ڦاسندو اهو ميربحر ڪڍندو ويندو
۽ هڪ وڏو سوٽو، جو پاڻ سان کڻندو آهي، تنهن سان
پلي کي ڪلهن ۾ ڪانڍيندو، سوٽي جي ڏور، جنهن کي
پاندي چئبو آهي، تنهن ۾ وجهندو اڳتي هلندو ويندو.
هڪڙي پاندي پوري آهي ته وري پلا ڪڍي ميربحر
ان کي ٻيو دفعو پوريندو آهي. اهڙيءَ طرح پانديءَ
پليان پاندي ڀيٽي پوري آهي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته
"فلاڻو ڪيترو ٿو ڪمائي پر پاندي پوري ڪانه ٿي
پوندس." اهڙيءَ طرح ميربحر پاندين پليان پانديون ڀيا
پوريندا ۽ ڪيترا به پلا ماريندا تڏهن به قناعت ڪانه
ڪندين. ڀٽائي بادشاهه اها چوڻي پنهنجي رسالي ۾ هن
طرح ڪم آندي آهي:-

ڪٽيم سپ چمار، پر پاڻدي پوري ڪاٺ ڦي،
سون ڪـي مڇڻ ٻـار، آئي پـاٽـا ڪپڙا.

پلو پڻ مڇين ڪـان نهايت نازڪ مڇي آهي ۽ ڦوري ٿي ايذاءَ سان هڪدم مري ويندو آهي. اهڙيءَ طرح جيستائين مهربحر جو مارو هوندو، تيستائين پاڻيءَ ۾ ٽڙهندو ويندو ۽ پلا ماريندو ويندو ۽ بلڪل ڪين ٿڪبو، تان جو ڪنهن نه ڪنهن جاءِ تان وڃي پڪي تي چڙهندو. هن درياءَ جي شهنشاهن کي اهڙيون جگهون اڳيئي معلوم هونديون آهن، جتان هو آسانيءَ سان وڃي پڪي تي چڙهندا آهن.

٥- ماڻيءَ جو شڪار: ماڻيءَ وارو نمونو به ساڳيو سنڌي وانگر آهي. هن ۾ فرق رڳو هي آهي ته پاڻيءَ ۾ پلي وڃڻ بدران جهڪي پلا ماريا ويندا آهن، اهي پاڻيءَ ۾ وڌا ويندا آهن.

٦- ڪڙهيءَ جو شڪار: ڪڙهي هڪ قسم جي جاري آهي جنهن ۾ ڇهه ڪانئون لڳل هونديون آهن جي ڏيڍ ڪلو کان فوٽ تائين هونديون آهن. پلو جڏهن پاڻيءَ جي مٿاڇري تي پرپان پيو ايندو ته ماري ان کي هڪدم ڏسي وٺندو، بشرطيڪ جهڪ يا طوفان نه هجي. ماري ويچارو پيڙيءَ تي ڪڙهي رکيو ويٺو رهندو آهي جڏهن پلو پرپان ايندو ڏسندو آهي، تڏهن هڪدم پيڙيءَ

ڳي ٻلي جي طرف مُڙو ڪندو آهي جڏهن ٻلي ڳي
ويجهو پهچندو تڏهن ڇلانگ لڳائي ڪڙهي ڪٺي مٿان
رکندس ته ٻلو هڪدم ڦاسي پوندو. ڪڙهيءَ وارو
ٻاڻ وٽ اڳيا ننڍا مٺيءَ جا ڳوڙها ڏاهي رکندو آهي.
جڏهن ڏناڻين ته ٻلو ٻڙيءَ ڪان پري ٿو هليو وڃي
ته هڪڙو ڳوڙهو ان ٻلي کي پاڻي ۾ اهڙيءَ طرح
اڇب وٺي اڇلي هڻندو جو ٻلي کان ڪم از ڪم ٻه
ٽريون ڪن پري وڃي پاڻي ۾ ڪريء جي ٻلو ايرندي
طرف هوندو ته ان کي وراڻ لاءِ ڳوڙهو الهندي طرف
اڇليندو، جي الهندي طرف هوندو ته ايرندي پاسي اڇليندو.
اهڙيءَ طرح جنهن طرف ٻلي کي ورائڻو هوندس ان
طرف ورائيندو. مٺيءَ جو ڳوڙهو پاڻي ۾ ڌڪو ڪندو
ته ٻلو ان جو آواز ٻڌي ويندو ۽ اهالڪ وري پوندو.
مطلب ته انسان کي الله تبارڪ و تعاليٰ ٻئي هر ڪنهن
ڄاهواري تي قدرت ۽ مٿانهون هٿ عطا ڪيو آهي جو
عقل جي طاقت سان هر شيءِ تي غالب پئجي وڃي
ٿو. چوندا آهن ته "ٻلو ويچارو، غريب غربي جو
گذارو." واقعي آهي به صحيح حقيقت، جڏهن ٻلي جي
موسم اچي ٿي تڏهن مهراڻ جو سارو پاڻي ڪوڙن
ٻلڪ لاتعداد ٻلن سان ڀرجيو وڃي. الله تبارڪ و تعاليٰ
جي قدرت ڪامله تان قربان وڃجي جو جنهن مخلوقات
جو انت ئي ڪونهي. زمين جي اندر حشرات الارض،
هوائن ۽ فضائن ۾ پکي پکڻ ۽ ٻيا پردار پتنگ، جيت

۽ پاڻي ۾ مڇيون ۽ ٻيون دريائي جانورن جو ڪوبہ انداز حساب ڪري نہ سگهيو آهي ۽ نہ ڪري سگهندو. سمنڊ جي اندر تہ ڪن بيشمار قسمن جون مڇيون موجود آهن. مگر درياءَ جي مٺي پاڻي ۾ بہ سوين نمونا مڇين جا پيدا ٿين ٿا. جن کي الله تعاليٰ اني ڏي قوت رسائي ٿو. مثلاً چرڪو، سينگاري، گندڻ، ڪگو، ڏڪڻو، چاونگڙي وغيره اهي مڇيون آهن جي پاڻيءَ جا جيت کائين ٿيون ۽ ٻين مڇيءَ کي کائي ٿي. جڏهن ڪو ڏاڍو ماڻهو هيٺين تي ظلم ڪندو آهي يا شاهوڪار ماڻهو غريب کي هيسائيندو آهي تڏهن سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ ”ابا دنيا ۾ وڏي مڇي ننڍيءَ کي پيئي کائي“ ۽ ”وڏي وڻ جي ڇانو ۾ ننڍو آسري ڪين سگهي.“

ڪرڙو يا ڏائيرو جا درحقيقت پلي کان سواءِ باقي سڀني مڇين کان بهترين ۽ سوادي مڇي آهي. اها وري پاڻيءَ جو سينور، لڙهي يا گپ کائي. ان کان سواءِ باقي مڇيون جهڙوڪ ٿيري، موراکي، ڏاهي، ٻوهري، چيلري وغيره صرف لڙهي کائين. گانگٽ يا جهينگو وري فقط سيپي کائي. ڪڻڪڙ، ملير، گوج ۽ لهڙ مڇيون صرف ننڍيون مڇيون کائين. انهن جو دوست پلو فقط درياءَ جي چلڪڻيءَ اڇيءَ واريءَ تي گذران ڪندو آهي.

پلي جي رهڻ جو هنڌ اصل سمنڊ آهي. سيربحر چوندا آهن تہ پلو ناتال وقت ڏاري مٺي پاڻيءَ ڏي رخ

رکي ٿو. سندن عقيدو آهي ته پلو آسمان واري وڇونءَ
يعني عقرب تاري مان پيدا آهي. قدرتي طرح پلي جي
ٻچڙيءَ ۾ هڪ جيت پيدا ٿئي ٿو جو جڏهن چرڻ
شروع ڪندو آهي تڏهن پلو مٺي درياءَ جو رخ وٺندو
آهي. ۽ مٺي پاڻيءَ ۾ اچڻ شرط اهو جيت مري ويندو
آهي. جڏهن پلو سمنڊ جي کاري پاڻيءَ مان نڪري
درياءَ جي مٺي پاڻيءَ ڏي رخ رکندو آهي تڏهن اوپارو
وهه کي سامهون يعني سير، ڏيئي هلندو اچي مٺي پاڻيءَ
تي چڙهندو آهي ۽ رفتي رفتي سندس سمنڊ واري کاراڻ
زائل ٿي ويندي آهي. سمنڊ ۾ هن جي پيٽ اندر
ڪڏهن به آني پيدا ڪين ٿيندي آهي. جڏهن مٺي
تي چڙهندو آهي. ٻچڙيءَ جي هيٺان پلي کي هڪ
سوراخ ٿيندو آهي جتان هو پنهنجي آني جڏهن اها
پوري ٿيندي آهي تڏهن درياءَ ۾ هارڻ شروع ڪندو
آهي، جا لهواري وهي وڃي سمنڊ ۾ پوندي آهي.
آنيءَ جو هڪ هڪ پسنت جي ڪڻ جهڙو داڻو گويا
پلي جي بيضي مثل آهي، جي جڏهن وهي وڃي سمنڊ
۾ پون ٿا، تڏهن انهن مان ڪيئي ڪروڙين ٻچا پيدا
ٿيندا آهن، جي سڀ پلا ٿيندا آهن. لوئر بئراج جي
ٺهڻ کان اڳي پلو سمنڊ کان نڪري روهڙيءَ تائين
هليو ويندو هو. ميربحرن جو عقيدو هوندو هو ته
هر ڪو پلو روهڙيءَ وٽ خواجه خضر جي زيارت لاءِ
ويندو هو جنهن کي هندو زنده پير چوندا هئا؟

پوءِ پنهنجو واپس موٽندو هو. مگر لوئر بئريج سبب هاڻي پلو ڄامشوري کان مٿي چڙهي اتي سگهي ۽ فقط هيٺئين درياءَ ۾ سندس شڪار ٿئي ٿو. اتفاقاً چند پلا مٿي وڃن ٿا نہ تہ ٿيو خير. آخر جا ميربحر ويچارا ان ڪري گذران لاءِ ڏاڍا تنگ آهن. لوئر بئريج جي ڄامشوري واري پل وٽ هڪ پاسي کان پلن مارڻ لاءِ هڪ خاص ننڍو دروازو ٺاهيو ويو آهي جنهن ۾ هڪ چاري لڳائي ويئي آهي. اهو دروازو هميشه کليل رکيو ويندو آهي، جنهنڪري وهڪرو تمام تيز هوندو آهي ۽ خاص طور جڏهن باقي دروازا پاڻيءَ جي آڇي چاڙهہ سبب گهٽي قدر بند رهندا آهن. پلي جي فطري عادت جو مطالعو ڪرڻ بعد ماهرن انهيءَ دروازي کان پاڻيءَ جو وهڪرو ارادتاً تيز رکيو آهي. پلي جي عادت آهي تہ هميشه سير ڏيئي وهڪري کي سامهون هلندو آهي. هن دروازي کان وهڪرو تيز ڏسي سمجهندو آهي تہ درياءَ جي سير اها آهي. لهذا اتان لنگهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، جنهنڪري انهيءَ دروازي وٽ ايترا تہ پلا اچي جمع ٿيندا آهن، جو جيڪڏهن ڪو فقط هڪڙو ئي ميربحر ڪڙهي کڻيو ويٺو رهي تہ واري واري سان اٺ ـ ڏهہ پلا شڪار ٿيندا رهن. پلن جي شڪار جو هيءُ چرچو ڏسڻ وٽان آهي.

پلي جون ڪل ٻہ ذاتيون آهن. (١) حبائي پلو، جو حب ندي ۾ ٿئي ٿو. (٢) گوادري پلو، جو

سنڌونديءَ ۾ نہ ٿو اچي، مگر سمنڊ ۾ ڪاري پاڻيءَ
۾ ٿي رهي ٿو ۽ اسان وارن پلن کان وڏو ٿئي ٿو.
(٣) ڦلاڻي پلو، جو مهراڻ ۾ ٿئي ٿو ۽ انهيءَ عام طرح
ڪاڏون ٿا. ڦلاڻي پلو وري ٻن قسمن ۾ ورهايل ٿيل آهي.
(١) ڪيرو (٢) آنيارو. ڪيرو پلو اهو آهي جنهن جي
آني تمام سنهڙي ٿيندي آهي، جنهن ڪري ڪَس ڇڙو
آهي. اهو ننڍو ٿئي ٿو ۽ سنجهائين ڪير جهڙو اڇو
پاڻي وهندو آهي. آنيارو پلو ڪيري پلي کان وڏو ٿئي
ٿو ۽ منجهس وڏي آني هوندي آهي. پلي جي ڪاڻ
جو لطف ۽ لذت منجهس تازگيءَ تي مدار رکي ٿي.
جڏهن اجا ان جو تازو ڳاڙهو خون بہ منجهس موجود
هوندو آهي ۽ ڪارو يا خراب نہ ٿي ويندو آهي. پلي
جو تازو رت ڪيترين بيمارين لاءِ بہ مفيد آهي ۽
ڪم آندو ويندو آهي. پلي جي لذت بہ گوشت وانگر
منجهس ايرائيءَ يا سيرائيءَ تي منحصر آهي. جيڪڏهن
ماڇو سٺو ڪيرو هوندو تہ وڌيڪ مزو ڏيندو، ڇڄي ايرو
هوندو تہ گهٽ لطف ڏيندو ساڳيءَ طرح آنياري پلي
جو بہ ٿلهائي ۽ ماڻداريءَ تي مدار آهي. بهرحال
پينارو ڪيري پلي جو وڌيڪ عمدو ٿيندو آهي. پلو
جيڪڏهن ننڍو ٿي رهيو ۽ منجهس آني پيدا نہ ٿي تہ
نر هوندو. جيڪڏهن آنيارو ٿي ويو تہ مادي هوندي.

درياءَ جي پاڻيءَ ۾ چاڙهہ اچڻ کان پوءِ پلا لڳڻ

به ڪندا آهن، مگر لڳ سمنڊ ۾ نه ڪندا آهن. لڳ
فقط سنڌو نديءَ جي مٺي پاڻيءَ ۾ ڪندا آهن. لڳ
جي جاءِ پسان جي ڇڙيءَ ۾ هوندي آهي. جيڪڏهن
پلو ڦرجي پيو ته آني پيدا ٿيندي، ورنه نه ٿيندي.
جڏهن درياءَ جو پاڻي لهڻ شروع ڪندو آهي، تڏهن
پلا ٻه جيڪي مري باقي بچندا آهن، سي آهستي آهستي
ٿي منهن ڦيري واپس سمنڊ ڏي ورندا آهن ۽ وري
پنهنجي موسم تي منهن ڏيکاريندا آهن. پلو هميشه ڇڙيءَ
وانگر ترندو آهي. پاڻيءَ وارو ڪنڊو جو ڪارمرو
ٿيندو اٿس، اهو مٿي ڪري ۽ پيٽاري وارو پاسو هيٺ
ڪري سير ڏيئي ترندو ويندو آهي. سندس رفتار هڪ
ڪلاڪ ۾ اٽڪل ٻه ميل مفاصلو هوندي آهي. تحقيق
الله تبارڪ و تعاليٰ جي قدرت جا رنگ آهن. هن دنيا
۾ انسان بيحد ڏاڍايون ڪري ٿو. هڪڙا ٻين جي محنت
۽ پورهئي تي پلجي موٽا ٿين ٿا. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي
ته "لٽيون جهلي پولڙو ۽ ڪٽيو ڪاٺي فقير." جهڙيءَ طرح
زمين صاف ڪري ڪيڙي ۽ پوکي هاري ۽ ڪٽيو ڪاٺي
زميندار. ساڳيءَ طرح سربحر ويچارا پٺ رات ڏينهن
لڏن وانگي سير جي موني تي چڙهي، سير جون مڇون
ڪاٺي، پلا مارين، پر ان جو ڪٽيو سڀ سرمائيدار مقاطعدار
ڪاهيو وڃن. ۽ هنن ويچارن کي هارين وانگر مزوري به
مس پلئه پوي. گورنمينٽ عاليه هر سال درياءَ شاهه جي
پلن جو نيلام ڪندي آهي. درياءَ جي خاص ٺڪرن ٺڪرن

جون حدون مقرر ڪري نيلام ڪيو ويندو آهي. مقاطع
جي ملڪ مان، ميربحرن جي مياڻن تي ٺيڪيدارن جا
منشي اچي نازل ٿيندا آهن. ميربحر ويچارا جيڪي ڇلا
ماريندا آهن، ان جا ٻه حصا ميربحر کي ملندا آهن ۽
هڪ حصو ٺيڪيدار کي ملندو آهي. اهي ٻه حصا ڇلا
به ميربحرن کي ڇني جدا ورهاڱو ڪري نه ڏنا ويندا
آهن ته پنهنجي سر وڪرو ڪن، مگر صرف حساب ۾
اهو حصو رکيو ويندو آهي. درحقيقت ڇلا سڀ ٺيڪيدار
جو منشي هڪ هٽي قائم ڪرڻ بعد نيڪال ڪندو
آهي. مياڻين تي ساڳي ۽ ٻيا ٻاهران جا سوداگر موجود
رهندا آهن، جن کي جملي ڇلا وڪيا ويندا آهن ۽
پوءِ پيدائش مان ورچ ٿيندي آهي. هتي به غريب ميربحرن
کي ٺڳڻ لاءِ مقاطعدار مخفي طور سوداگرن سان سوديبازي
ڪندا آهن. مثلاً: ٺيڪيدارن جا منشي سوداگرن کي
چوندا آهن ته ”ظاهري اسين اوهان کي في ڇلو هڪ
رپيو ڏينداسين، پر اندروني طرح اوهان اسان کي ڏيڍ
رپيو هرهڪ ڇلي جي قيمت ادا ڪندا.“ اهڙيءَ طرح
ٽي آنا في ڇلو، جو سوداگر وڌيڪ ڏيندا، اهو ٺيڪيدار
ڪمائي ويندا آهن ۽ ميربحرن کي فقط هڪ رپيو في ڇلو
حساب سان جيڪا پيدائش ٿيندي آهي، ان جا ٻه حصا
نصيب ٿيندا آهن، جنهنڪري غريب ميربحر ويچارا
نقصان ۾ ويندا آهن ۽ ٺيڪيدار اڻ سهو ڌن ڪمائي
ويندا آهن. جنهن سال درياءَ ۾ ڇلو جام ٿيندو آهي،

ڦِٽُڻ سال تہ پنج يا ڇهہ ڀلا ٻہ هاريءَ ۾ ڏنا ويندا آهن، ورنہ دستور موجب هاري معنيٰ هڪ ڪيرو ڀلو ۾ هڪ آنيارو ڀلو يا فقط ٽن ڪيرن ڀلن کي هاريءَ ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. آها هاري ڀلن جي ڪثرت واري زماني ۾ مالڪن کي اٽڪل هڪ ڪان ادائي رهين اهڙ ملي وڃندي آهي ۽ ماڻي وري عام طرح شهرن ۾ ڪم از ڪم پنهنجي قيمت تي وڪڻندا آهن. ڀلي جي موسم ۾ انسان جي پياري سنڌڙيءَ ۾ جتي ڏسبو، اتي ڀلن جي وٽ - ونان لڳي پئي هوندي آهي. اول ڀلا شهرن ۾ آڻيا ويندا آهن، جتان ماڻي ڏنگڙيون ڀري گهوڙن تي ڍوئي، ٻهراڙين ۾ جتي ڪٿي وڃي پهچندا آهن ۽ غريب غربو ڀلن مان خوب ڍؤ ڪندو آهي. ڀلن جي موسم مالڪن جي گهوڙن لاءِ مصيبت جو زمانو آهي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ ”گهوڙي جو ڀاڳ ڦٽي تہ ماڻيءَ وٽ وڃي.“ سو خاص انهيءَ وقت کي مدنظر رکندي چيو ويو آهي.

ڀلي جي رڌڻ ۽ پچائڻ جا ڪيترائي طريقا آهن. مثلاً (١) واريءَ ۾ ڀلو پچائڻ. (٢) تئي تي پچائڻ. (٣) تري ڪاڙهڻ. (٤) سيڪڻ. (٥) ڪوڪ ڪرڻ (٦) ڀوڙ رڌڻ. (٧) ڀلي جو ڀلاءُ ٺاهڻ. (٨) ڀلي ۾ ٻسريون پچائڻ وغيره.

١٠ واريءَ ۾ پچائڻ: پلي جا ڇلر لاهي، ان کي ڇيري، سيرون ڏيئي، پيرن جي صورت ۾ آڻي، سيرن ۾ لوڻ ۽ بيا ويگر ۽ گرم مصالحا وجهي وري بند ڪري، ڪنهن ڪُني جي نموني ٿامي جي ٿانءَ ۾ بند ڪري ۽ مٿان ٻيو ڍڪ ڏيئي، مٿن کي اٽي سان لمبي، پوءِ ڪنهن واريءَ جي ڍڳ ۾ ان کي پوريو ويندو آهي ۽ ان جي مٿان باهه ٻاري ويندي آهي، جيئن واري تپندي ۽ ڪوسي ٿيندي ويندي، تيئن اها گرمي ڪُني کي لڳندي ۽ پلو اندر ئي اندر رڌجڻ شروع ٿيندو. هڪ ڪلاڪ کن باهه ڏيڻ بعد واري کوٽي ڪُنو ڪڍبو ته پلو پڪو تيار ٿيو پيو هوندو. هر ڪنهن سيري پلي ۾ پنهنجو مٽيپ ڪافي هوندو آهي. هن ۾ البته ڪڪ جي باش رهي ٿي، مگر کاڌي ۾ ڪافي لذيذ ٿيندو آهي. اتر سنڌ ۾ وري پلي کي ڪُني ۾ بند ڪري واريءَ ۾ پورڻ جي بدران ان کي ڪپڙي ۾ لپيٽي پوءِ واريءَ ۾ داخل ڪيو ويندو آهي. اتر سنڌ ۾ واريءَ ۾ پلي پچائڻ جو طريقو ڌارو آهي، اول ڪڻ کوٽي، ان ۾ ڪاٺيون ۽ ڪک ٻاري، ڪيرو ٺاهي ويندي آهي. پوءِ اُن جيتري ڪيرو ٻاهر ڪڍي، پلي کي ڇيري، لوڻي، ويگري مصالحه ڏيئي، ڪپڙي ۾ ويڙهي، باقي ڪڻ ۾ رهيل گرم ڪيرو جي مٿان پلو رکي، ٻاهرين اڌ ڪيري مٿان وراڻيندا آهن. پلي جي وات ۾ هڪ سيخ اهڙيءَ طرح ڏيندا

آهن، جنهن جو هڪ ڇيڙو ڪڏ کان ٻاهر رهندو آهي، پوءِ ڪڏ بند ڪري مٿان ٻاھه ٻاريندا آهن، پوءِ پلي پچائڻ جا چاڙهو، انهيءَ سيخ کي ڇهڻ سان گرمي جي حرارت معلوم ڪندا آهن، جڏهن حرارت جو درجو پوريءَ حد تي پهچندو آهي، تڏهن ڪڏ کولي ٻاڦ ڪڍندا آهن ته پلو تيار ٿيو پيو هوندو آهي.

٢- نڪي تي پچائڻ: پلي جا چانهر لاهي، ان کي مٿي ذڪر ڪيل طريقي سان چيري، سيرون ڏيئي، اوڻي ويڳري نڪي تي رکبو آهي ۽ ٿوري مقدار جي ٻاھه ڏيڻ سان پچائي راس ڪبو آهي. ان بعد پلي جي ٻنهي پاسن، لائي خواه ڪانئي تي جيڪا مرچ مصالحن ۽ گدامڙيءَ جي چٽڻي اڳهين تيار ڪري رکبي آهي سا لڳائي، ٿڦي، مٿي مٽي توءِ تي، نڪي تي رکي ڇڏبو آهي ته انهيءَ چٽڻيءَ کي ٻه سيڪ اچي ۽ پوءِ جو پاڻي ڇڏي سڄي پلي کي وڌيڪ سوادي بنائي.

٣- ٻاڦ تري کائڻ: هن ۾ پلي جا چانهر نه لاهبا سيرون ڏيئي لوڻ وجهي جدا جدا ٽڪرا يا ٽيرا ڪري، جيترو به پلي جو حصو تري جي خواهش هجي، اهو ڪڙهيءَ يا فراءِ پئن يا نڪي تي ضرورت آهر گيهه جو ذرو وجهي ان ۾ ٽيرا يا پلي جا ٽڪرا تري، بنان وڌيڪ مصالحن جي صرف مختصر مرچن ۽ لوڻ سان کائي سگهجي ٿو ۽ نهايت سوادي ٿئي ٿو. هن ۾ محنت ۽ وقت گهٽ لڳندو آهي.

٤- پلو سيڱي ڪاڻڻ: هن ۾ پلي جا ڇلر نہ لاهي، صاف ڪري، سيرون ڏيئي، لوڻ ٻرڪي، ٻصر مصالح مٿان رکي، هڪ ڪُني ۾ ٿورڙو پاڻي وجهي، ان تي ننڍيون ننڍيون ڪاٺيون يا ڪاني جا ٽڪر رکي پلي کي انهن جي مٿان رکي، ڪُنو ڪٽي پاهہ تي رکبو ۽ ڏڪ ڏيئي چڙهبو. پاهہ جي تؤ تي پلو پاڻي چڙهندو، جو ڪاٺين جي هيٺان ڪُني ۾ جمع ٿيندو ويندو، ان مان جا ٻاڦ نڪرندي تنهن جي زور تي سمورو پلو رڌجي ويندو ۽ ڪُنو لاهي ڪٽي هيٺ رکبو. پوء اهو ٻصر مصالح سان گڏي ماني ۽ سان ويهي کائبو. سيڱل پلو نهايت لذيذ ٿيندو آهي، غريب ماڻهو اهو جمع ٿيل پاڻي شوروي وانگر ٻہ ڪم آڻيندا آهن. پلي کي ٽڪر جي ڪُني ۾ سيڱڻ ڪري زياده لذت ٿيندي آهي.

٥- پلي جو پوڙ رڌڻ: پلي جا ڇلر لاهي صاف ڪري، ان جا ننڍا ننڍا پيرا ڪري، ديڱڙي ۾ ٻصر جو داغ ڪري جهڙيء طرح گوشت رڌبو آهي، اهڙيء طرح پلي جو پوڙ رڌبو آهي. هن ۾ گوشت جي پوڙ وانگر پٽاٽا، ميها، ٻصر يا پيو ڪوبہ ٻقر ويگر وجهي سگهجي ٿو. پلي جو پوڙ بہ نهايت لطف ڏيندڙ آهي.

٦- پلي ۾ ڀسريون: هن ۾ پلي جا ڇلر لاهي، ان جا ننڍا ننڍا پيرا يا ڪپا ڪپا يا ڪيپون ڪري، گرم مصالح ۽ ڏاڙهون ۽ جي ڪڻ ۽ ٻصر جي ڇٽي وغيره ٺاهي هر هڪ ڀسريء لاء جدا جدا پلي جي

ڳيهن تي چٽي ٽڪي مکي ناهي رکي ڇڏيون آهن، پوءِ
ڪٽڪ جي ماڻيءَ جو هڪڙو پڙ ناهي، تنهن تي ٽڪبو
آهي پوءِ هڪ ڳپي کڻي انهيءَ پڙ جي وچ تي رکبي
آهي، وري ٻيو اٽي جو پڙ ٽڪي، تنهن ۾ پيل ڀرڻين.
پڙ جي مٿان اهڙيءَ طرح رکبو آهي جو پلو وچ ۾
اچي وڃي. بعد ۾ ماڻيءَ جي ٻنهي پڙن کي ڪنن وٽان
پاڻ ۾ ملائي ڇڏبو آهي. ان بعد ماڻيءَ کي ورائي
ڏيئي ڳيهه ڏرو هيٺان ڏيئي ڇڏبو آهي ته تر مڙي نه
وڃي. پوءِ سبتي پاسي کان ڏاڪونءَ جو پڙ پيا ڪا
ٽالهي، انهيءَ تنهن ۾ پيل ماڻيءَ جي مٿان رکي، ان کي
ڪجهه وقت ڍڪي ڇڏبو آهي، ته جيڪا آب نڪري ته
ان ٽاڪ ۾ ئي پلو پچي وڃي. مناسب وقت بعد ماڻي
تئي تان لاهي ٽالهيءَ ۾ ڪڍي رکبي آهي ۽ مٿان
بسريءَ وانگر گهٽو ڪچو ڳيهه اوتي ڇڏبو. انس
جنهنڪري هوبهو بسري جهڙي نظر ايندي آهي. ڪاٽڻ
مهل مٿيون پڙ ماڻيءَ جو جدا ڪري وٺبو آهي ۽ ٻئي
پڙ جي ڳيهه ۾ جهڙيا پيا هوندا آهن، اهي وچ ۾ پيل
پلي جي ڳيهه سان چٽيءَ جي چس تي وجهي کائبا
آهن. پلي جي بسري وٽندڙ ۽ مزيدار ٿيندي آهي، ۽
هڪ قسم جو عجيب و غريب طعام آهي، جن به
صاحبن اها بسري کاڌي هوندي انهن کي سندس لذت ۽
لطف جو ڪافي تجربو ۽ قدر هوندو.

٧- پلي جو پلاءُ: هن ۾ پهرين بدستور پلي جا ٽڪر لاهي، ڌوئي صاف ڪري، لوڻ مصالح وغيره وجهي پلي کي ڪنهن لوهه جي ڄاري ۾ ٿلهي ڪنجهيءَ ۾ پچائي، گيهه جام مکي ڪوڪ ڪري رکبو آهي ۽ ٻئي طرف سڻا سگداسي چانور پلاءَ جي نموني رڌي، انهن ۾ دالچيني، پلاچيري ۽ ڪارا مرچ وغيره وجهي سڙهو ڪري پلاءُ ناهي رکبو آهي. پوءِ ڪجهه چانور پليٽ ۾ رکي چانورن جي قدر سارو ڪوڪ ٿيل پلي مان ٽڪر چانورن جي مٿان رکي ڍڪبو آهي جو چانورن سان گڏ ڪاڙهبو آهي. ان کي پلي جو پلاءُ چئبو وجهي ٿو. پلي جو پلاءُ هڪ نهايت ئي لذيذ ۽ پرلطف طعام آهي جنهن لاءِ سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته:

اول ۾ الله پلو، پلي ۾ پلاءُ پلو.

يعني ته خداوند تعاليٰ جي مٺڙي نالي ۾ بيشڪ لذت آهي مگر ٻئي درجي ۾ پلي جي پلاءُ ۾ ئي مزو آهي، جو مزو ٻين باقي سڀني طعامن کان وڌيڪ آهي. جهڙيءَ طرح گوشت ۾ ٻڪرن، ڪوڙي، ڪمن، ڪندو، مشڪ، ران، ڪيري، شيرڊان، جاڙي، مغز، منڊي، جوراندي، پاوا، نرڙون ۽ گڏ وغيره جدا جدا چيلي جا ڀاڱا، جدا جدا سواد ۽ لذت ڏيندا آهن، تهڙيءَ طرح پلي ۾ به پلي جو ڪناڙ، ڪندو، پڇي، ڦوڏو، ڪيري، پيٽارو، ڦري، لائون ڪانبوئي آني وغيره جدا جدا ڀاڱا، جدا جدا لذت ۽ هڪ خاص لطف پاڻ ۾ رکن ٿا. مثال طور

سدائين سنڌ جي مهراڻ ۽ سنڌين کي سلامت تاقيامت رکي. آمين!

”سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار عالم سڀ آباد ڪرين.“

پلو جنهن ڏينهن تازو درياءَ مان اڪري ٿو فقط اهو هڪ ڏينهن يعني چوويهه ڪلاڪ ان کي تازو ڪوني سگهجي ٿو. جيڪڏهن ٻيو ڏينهن پيو ته ان کي چيري مختصر لوڻ وجهي رکبو تڏهن ئي سلامت رهي سگهندو. ٻئي ڏينهن تي اهڙيءَ طرح لوڻيل پلي کي ”ميٺ لوڻو پلو“ سڏبو آهي. جيڪڏهن اجا به پلي کي وڌيڪ وقت رکڻ مقصود هوندو ته وڌيڪ لوڻ ڏيئي ان کي چانوَ ۾ سڪائبو ۽ اهو ”ڪارو پلو“ سڏبو آهي، جو ڪيترو به وقت وڪي سگهجي ٿو. ڪيترا غريب ماڻهو خاص طرح ٻهراڙين ۾ جتي ڪُنڌڻ يا ٻوڙ ملڻ مشڪل آهي، ڪارو پلو سڪائي ناهي رکي ڇڏيندا آهن ۽ وقتي جڏهن ٻوڙ نه ملندو آهي تڏهن ڪارو پلو رڌي کائيندا آهن.

پلي ۾ اڪثر مڇين کان ڪنڊا وڌيڪ ٿيندا آهن. پلو جيئن ننڍو تيئن ڪنڊا منجهس زياده ٿيندا آهن جنهنڪري کائڻ مهل نهايت ڌيرج ۽ خبرداريءَ سان ڪنڊا سوئي پوءِ کائبو آهي. درحقيقت جا شيءِ محنت سان حاصل ڪبي آهي اهائي وڌيڪ لذت ڏيندي آهي ان جو ئي زياده قدر ڪبو ويندو آهي. ننڍا ٻار

اڪثر ٻلي کاڌي وقت ڪنڊن جو شڪار ٿيندا آهن،
جيڪڏهن ٻلي جي، ماس سان گڏ ڪو ڪنڊو به ڳهي
ويا ته سندن نازڪ نڙيءَ ۾ اٽڪي پوندو آهي ۽ پوءِ
والدين لاءِ جنسي ويل هوندو آهي؛ جو ٻارن جي
رڙ هيٺ رڙ پئي لڳي ويندي آهي. ان حالت ۾
جيستائين خشڪ ماني جو ٽڪر ٻارن کان نه ڳهايو
ويندو ۽ ان جي مٿان ڪيئي وڏا وڏا ڍڪ پاڻيءَ جا
نه پرايا ويندا، تيستائين ڪنڊو نڙيءَ مان ڇو ٿو
نڪري هيٺ پيٽ ۾ وڃي؟ پر ٻلي جي لذت اهڙي
ته لالچائيندڙ آهي جو ايتري عقوبت هوندي به ٻار
ٻلو ٻلو پيا ڪندا ۽ تڪليف جو ذائقو ياد ئي ڪونه
پوندن. اڄڪلهه ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته ڪي اهڙا مصالح
به ايجاد ڪيا ويا آهن جن جي ذريعي ٻلي جا تمام
سنهڙا ڪنڊا ٻلو پچائيندي ڳاريا وڃن ٿا. والله اعلم!
سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته: "ٻلو مٺو آهي." اڪثر
ٻارن جو بدن مٺي جي بيماريءَ کان ڦٽ ڦرڙيون ٿيو
پيو هوندو آهي. ماءُٽ ويچارا انهن کان ٻلو پيا لڪائيندا
آهن، مگر ٻارن جي رڙ پيئي پوندي آهي ته ٻلو ڙي ٻلو!
سچ آهي ته ٻلي ۾ قدرت پنهنجي ڪمال حڪمت ۽
دانائيءَ سان ڪنڊا به گهڻا پيدا ڪيا آهن ته ٻلي کائيندڙن
کي ڪجهه کاڌي ۾ اٽڪ هجي، ۽ دقت پيش اچي،
ورنه ٻلي جي لذت اهڙي آهي جو منجهس ڪنڊا نه
هجن ته کائيندڙ جيڪر سڄو ٻلو ويهي ويهي ٿي

ڪاڙهيندا رهن ٿا ۽ نه رات ڏسن نه ڏينهن، ۽ نه جهڪ ڏسن نه مينهن. هوند آنءُ به چئي ڏيان ٿو پلو ٿي پلو ڳاڙهي محمد تغلق مرحوم جي پر ڀاسو وڃي ونن. پلو هميشه پاڻي گهڻو پياريندو آهي. پلي کائڻ کان پوءِ خشڪي لڳندي آهي ۽ پاڻيءَ جا ٻه-چار گلاس هڪيئي پئيان، پيئڻا پوندا آهن. جنهنڪري سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”پلو جيئري به پاڻيءَ ڏي ڇڪ ڪري ۽ مئي به پاڻيءَ ڏي ڇڪي.“

پلا پارو سنڌوءَ جا تازا پلا،
لطف ۾ ۽ لذت ۾ سڀ کان ڀلا،
وڻي خوب وهه واهه پلي جو پلاءُ،
پڪل ۾ تريل هيءَ! الا ڙي الا!

# مرن (سوئرن) جو شڪار

سوئر جنهن کي عربيءَ ۾ خنزير چئجي ٿو، سو نهايت خبيث، خطرناڪ ۽ نقصانڪار مرون آهي. هن جانور جو شڪار صرف نقصان کان بچڻ لاءِ ۽ شوقيه ڪيو ويندو آهي. وڏا وڏا امير ماڻهو هن شڪار جا خاص خبطي هوندا آهن.

سوئر جو شڪار عام طرح ٽن طريقن سان ٿيندو آهي: پهريون ڀنجوڙ سان، ٻيو ڪتن جي ٻيچ سان ۽ ٽيون بندوق سان.

سوئر اڪثر ڪري جبلن ۾ رهندڙ جانور آهي، ليڪن فصلن لاءِ تباهي آهي. ٻيلن ۾ ڇوڪرين تي جيڪي ميلاهي پوکون ٿين ٿيون مثلاً ڪڻڪ ڪنن جا ٻارن جا ٻارا ٻيجي کائي چٽ ڪري ڇڏيندو آهي پر ٻيلن کان ٻاهر به جوئر، ٻاجهري، ڪمند ۽ مڪائيءَ جا فصل به تباهه ڪري ڇڏيندو آهي. هيءُ مرون گاهه کائيندو آهي ۽ خاص ڪري اناج وارو گاهه هن جو شڪار آهي.

خريف جي فصل واري مند ۾ سوئر ماديون ويم ڪنديون آهن ۽ اڪثر ٢-٣ ٻچر سندن پٺيان لڳا

وڃندا آهن. جهڙيءَ طرح ڪتي جي ٻچن کي ڳاهه،
ٻليءَ جي ٻچن کي پونگڙا ڇٻو آهي. اهڙيءَ طرح سوئر
جي ٻچن کي ٻار سڌو ويندو آهي. پيٽ نه هر ساهواري
کي خدا ڏنو آهي ۽ قوت جي ضرورت پڪي پکڻ کي
ٿوري ٿي. اهڙيءَ طرح سوئر جو حملو اناج وارين پوکن
تي ٿيندو آهي. بندوق سان شڪار ڪرڻ لاءِ جنهن
پوک جي جوءِ ۾ سوئر نقصان ڪندو آهي، ان جوءِ
کي شڪاري نظر ۾ رکندا آهن ۽ رات جو بندوقون
کڻي ان جوءِ جي اردگرد اچي لڪي ڇپي ويهندا آهن.
سوئر به سياڻو جانور آهي ۽ پنهنجي جوءِ سڃاڻيندو
رهندو آهي، ڪڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ ۾ ته ڪڏهن
ڪنهن آئيندي ۾. ان ڪري سوئرن کي ڳولڻ لاءِ
ڀرارين ۾ هوشيار پيري يا ڀڳي هوندا آهن جي سوئر
جو ڏينهن جي وقت پير ڪٿي هن جو ناش هٿ ڪري
ڇڏيندا آهن. اوهان کي اها ته خبر هوندي ته سوئر
ڪنهن کي چڪ ڪونه پائيندو آهي يا شينهن وانگر
چنبي هٿڻ سان ڪونه ماريندو آهي. هن کي قدرت
طرفان هيٺئين ڄاڙيءَ ۾ ٻه ڏند هوندا آهن ۽ مٿئينءَ
ڄاڙيءَ ۾ ڪات هوندا اٿس. هن جي عادت آهي ته
ڳاهه ڪائڻ کان اڳ پنهنجا ڏند ڪاٺن تي تکا ڪندو
آهي، جهڙيءَ طرح سراڻ تي ڪاتيون يا ڪهاڙيون
لائيبون آهن. سوئر جي انهيءَ ڪرڻ سان اهڙي ته
هڪ خطرناڪ ڪرت ٿيندي آهي جو ٻڌڻ

سان ساڻهوءَ تي هيبت طاري ٿي ويندي آهي. مگر سندس اهائي عادت آهي جا سندس موت کي دعوت ڏيندي آهي. شڪاري جي سندس جوءِ کي بندوقن سان گهيري ۾ وٺندا آهن سي سهي ڪري وٺندا آهن ته سوئر هٽ ڪي، هٽ ويٺو آهي. ازانسواءِ هو پوک جا ڪانا وات ۾ وجهي ٽڙڪات ڪرائي پيچندو آهي ۽ ڪانا ڪيرائي سنگهن کي ڪاٽڻ لڳندو آهي. اها ڪرت ڪرت ۽ ٽڙڪات سندس قضا جو ڪارڻ بڻبا آهن. شڪاري جڏهن هن جي و هڪ واري جاءِ متعين ڪندا آهن ته چٽي پاسن کان ڦري ويندا اتس ۽ گوليءَ جا نشان چوڙيندا آهن. بندوق جي ٺڪاءَ تي سوئر ڪن ڪڙا ڪندو آهي ۽ پڇڻ جي واهه کوليندو آهي. اهتري ۾ شڪاري ٻه هن کي ٽڙ ڪندا آهن. هائي سوئر کي پڇڻ جون واهون کٽي ويندڀون آهن ۽ جنهن طرف رخ ڪندو آهي، ان طرف کان گوليءَ جو نشانو ٿي ويندو آهي. ٻه چار گوليون رسيد ٿيس ته ديري تي پوندو ۽ واهه واهه ٿي ويندي. پيلن ۾ ٻه بندوق سان سوئر جو شڪار سا گهيءَ ترتيب سان ڪيو ويندو آهي.

پهو شڪار جو طريقو آهي ڪتن جي مدد سان سوئر جو شڪار. سوئر جي شڪار جو شوقين امير، هن شڪار جو لطف وٺڻ لاءِ زبردست ۽ پانت پانت جا شڪاري ڪتا پاليندو آهي جن جي قيمت هزارن ۾ هوندي آهي ۽ انهن جي پالڻ، ناٽڻ، ڪارائڻ، پيارڻ

حتيٰ ڪ علاج معالج لاءِ وڏا خرچ ڪيا ويندا آهن. انسان وچارا مانيءَ ٽڪر لاءِ محتاج هوندا آهن مگر هن شڪاري ڪتن کي گوشت، قيمو ۽ ٻيا هر قسم جا مال، مليدا مهيا ڪيا ويندا آهن.

جڏهن ٻيلن مان دريا جي اٿل جو پاڻي سڪي وڃي ۽ ٻيلن جا گهٽ گهيڙ صاف ٿي وڃن ۽ سوئرن به ٻي ڊپا ٿي گهمن ڦرن ته امير ماڻهو شڪار جي شوق ۾ پنهنجي ڪتن جي لوڏ وٺي شڪار تي نڪرن ۽ سوئرن کي للڪارين. سوئر جي وهڪ واري پاناري متعين ڪري، پوءِ اهي شڪاري ڪتا جي سندن ڳچين ۾ پيل زنجيرن سان سوگها هوندا آهن ۽ هر هڪ ٻچ ڪنڌ کي ٻه ڪتا، هڪ هڪڙي هٿ ۾ ۽ ٻيو ٻئي هٿ ۾ هوندا آهن؛ اهي ڪتا بس ڪڏندا پيا هوندا آهن ته ڇڏيو دير نه ڪريو. ڪتن جا خدمتگار، شڪار وقت انهن کي سوئر تي ڇڏڻ وارا ماڻهو اڪثر ماڇي قوم جا هوندا آهن، جن جو نسل ٻه نسل اهو ڌنڌو هوندو آهي. سوئر کي چئني طرفن کان گهيري ۾ وٺي هر طرف کان هڪ هڪ شڪاري ڪتو ڇڏيندا آهن. اها ته اوهان کي خبر هوندي ته سوئر سڌو حملو ڪندو آهي جو نه هو پنهنجو ڪنڌ ورائي نه سگهندو آهي. جيڪڏهن طرف ڦيرائيندو، پوءِ ته سڄو ڦري ايندو ۽ فقط ڳچي ورائي طرف مٽائي نه سگهندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ڪن سرڪش ماڻهوءَ لاءِ چيو ويندو

آهي ته سوئر وانگر ڪنڌ ۾ ڪلي اٿس، بس مڙندو ئي ڪونه، سڌو پيو ايندو.

ماڇي شڪاري ته ان ڳالهه کي خوب ڪان خوب نر چائيندا آهن تنهنڪري ڪوبه ڪتو سوئر ڏانهن هن جي ڏوناٽ کي سڌو نه ڇوڙيندا آهن، ورنه سوئر به اهڙي بلا آهي جو پنهنجي وچن سان ڪتي کي ڏوناٽ تي ڪٽي ڇيري ڦاڙي وجهندو ۽ هزارن جو قيمتي ڪتو هٿان وڃائي ويهندا.

هن شڪار جو نظارو ڪرڻ لاءِ ڪيترا شڪار جا شائقين به ويندا آهن جن کي محفوظ جاءِ تي ويهڻو پوندو آهي، شڪاري ڪتن کي به پاڻ ملهائڻ ۽ نمڪ حلاليءَ جو موقعو اهو هوندو آهي. ڪجهيءَ مان زنجير ڪتو نه اٿن ته رائيفل جي گوليءَ وانگي اچي سوئر تي ٽٽندا ۽ سوئر جي پاسن ۽ پٺ ۽ ڪنن ڪان ڇڪي ڦاڙي، چيچاڙي پاڳاڻي ڪيدي رڪندس ۽ سوئر جي ڪيڪ ۽ رڙ پئي پوندي. شڪار جي ناظرين کي شڪاري ڪتن جي همت ۽ بهادريءَ جو قدر هتي پوندو آهي ۽ هنن کي جو ڪارايو پيارو ۽ سندن خدمت ڪئي وڃي ٿي ان جو اجايو يا سچايو هجڻ جي پرک هتي پوندي. شڪاري ڪتو پٺ ڏيئي پڇندو ته هرگز ڪين پر جيڪڏهن ڪو سوئر زخمي ڪري وڌو ته لوڌ جا پيا به ڪتا ڇوڙي ٻڇ ڪندا مطلب ته هن ڪتن جي شڪار جو تماشو نهايت هڪ دلپذير هوندو

آهي ۽ ماڻهن جي مهارت جو به داد ڏيڻو پوندو آهي، ڪتن جي پونڪ مٿي پيلي کي ڦرائي ڇڏيندي ۽ سوئر جيون ڪراهون ۽ ڪيڪون پيلو مٿي تي کٽي ڏيندڙون.

آخر سوئر به ساهه واري شيء آهي جڏهن ڪتا هٽي ساڻو ڪري ڪيرائي وجهندس ته زمين تي پئجي رهندو ۽ ماڻهو ڏاڍي احتياط سان اتي وڃي سوئر جي پيٽ تي ڏڦو رکندا ۽ جسم ۾ کوڙي ڇڏيندس ۽ سوئر پاڪاري پويان پساهه کڻندو.

هاڻي ڪتا وٺ ٿي نه ڏيندا ۽ اچا آلرون ڪندا رهندا مگر ماڻهو انهن جا خدمتگار آهن سي هنن کي ڪڇيء ۾ پڪڙ پئي ۾ هٿ وجهي بمشڪل هٽائي پري ڪندا ۽ نيشر سندن ڪڇين ۾ وجهي هر هڪ جي پٺي ٺپريندا ۽ انهن کي هڪ خاص انداز ۾ شاباس، شاباس چوندا ته ڪتن جو گرم رت ٺڏو ٿئي ۽ چڪي پري ڪندن ته به ڪيترو وقت ليرا پيا کڻندا ته ڪين ڇڏيو وڃي ته صفائي ڪن. ماڻهو ماڻهن کي ڏقير به ان ڪري چوندا آهن جو هو سوئر کي ڏڦو هڻندا آهن.

سوئر مٿو ته واهه واهه ٿي ويندي. ڪارنا، اڪالي مڪ، پاگڙي ۽ ڇهڙا شڪاري ته خوشيء ۾ نه پيا ماپندا. جتي به سوئر جي شڪار جو ڏس پئي اتي اچي پهچي ڪيندا. هٿان سوئر مٿو، هٿان ميڙ ڪن، ان جا پاڳا پاڳا ڪري کٽي ويندا جو هو سوئر کائيندڙ قوم آهن.

ڪتن سان شڪار بعد هڪ ٻيو شڪار جنهن کي پنجوڙ جو شڪار چئبو آهي. سو ٻين سڀني شڪارن کان عجيب شڪار آهي ۽ ان ۾ وڏي مهارت، ۽ استادي گهرجي. جڏهن ٻه ٻيلي ۾ سوئر هجڻ جو يقين ٿيو ته وڏا ماڻهو، ماڇين جي ذريعي پنجوڙون ڪٺي ٻيلي ۾ پهچي ويندا. ماڇي سوئر جو پير ڪڍي ان جو ٺاڻ کولي ويندا. هيءُ شڪار ڏيکاريءَ مهل پنهنجي جوڙيندو آهي. ڪندا ڇا آهن جو پنجوڙ، مضبوط منج يا ڪانهن جي رسين جي ٺهيل هوندي آهي. اها سوئر جي گهمڻ ٿي وڃڻ جو سانباهو ڪندا. پنجوڙ هڪ قسم جي رسن جي ڄاري هوندي آهي، جهڙي مهاڻن وٽ مڇين مارڻ لاءِ رڃ جي ڄاري هوندي آهي. رڃ جي ڄاري بهرحال، درمياني رسي جي هوندي آهي ۽ پنجوڙ جي ڄاري مضبوط رسن جي ٺهيل هوندي آهي. اوهان کي اها ته خبر آهي ته ٻيلن جا ون قطارن ۾ ٻوڪيل هوندا آهن ۽ انهن جي وچ مان عام ماڻهن، مال ۽ ٻين جانورن جي لنگهڻ جا گهڻا ۽ ٻها هوندا آهن.

شڪار جا ماهر سوئر جا لانگها ڄاڻي ڇڏيندا آهن ۽ انهن لانگهن کي پنجوڙ سان بند ڪندا آهن. ڪم از ڪم ٽي لنگهه بند ڪرڻ جي ترتيب ڪندا آهن. پنجوڙ لاءِ ٽن ماڻهن جي ضرورت پوندي آهي. هڪ ماڻهو سوئر جي پٺ کان البته پر پيرو مگر تمام خبرداريءَ

سان بيهندو آهي جو هن کي هاڪاربندو آهي ۽ نه ماٺهو جنهن پنجوڙ سان ئي گهٽ بند ڪيا ويندا آهن، تن جي هڪڙو هڪ چيزي تي ۽ ٻيو ٻئي چيزي تي هوشياريءَ سان ليڪ ڪري بيهندو آهي.

ٻن لنگهن کي نه پنجوڙ جي چاريءَ سان گڏ لوڙها هٿي بند ڪري ڇڏيندا آهن. باقي وچ وارو گهات کليل رکندا آهن. وچ واري لانگهي کي جيڪا پنجوڙ ڏلل هوندي آهي ان جي پوري وچ واري سرڪڻ کي هڪ معمولي ڪاني اهڙيءَ طرح ڏيندا آهن، جيئن سرڪڻ کلي بيهي ۽ سوئر کي دونار وجهن ۾ سولائي ٿئي ۽ هو پاڻئي نه اتان لنگهي ويندس. جڏهن تياري مڪمل ٿي ويندي آهي تڏهن سوئر جي پٺ کان جيڪو ماڇي هوندو سو هڪ عجيب آواز ۾ زور سان چوندو ”اهو“ ۽ پاسن وارا ماڇيءَ اهو چوڻ سان سوئر کي تڙ ڪندا ۽ سوئر مجبور ٿي وڃڻ گهٽ مان لنگهڻ جي ڪوشش ڪندو، ڇو ته پيا ٻه لنگهه وري لوڙهن سان بند هوندا. انڪري جي سوئر انهن لنگهن ڏانهن وڃو ته ڪٽي نه وري ٻي وس ٿي موٽي وچ واري گهٽ سان اچي گهڙندو. بس هن اچان وڃڻءَ سرڪڻ مان دونار ڪڍيو ڇاهي نه ڪاني ڪري پوندي ۽ سرڪڻ ۾ سوگهو ٿي ويندو. پوءِ جيئن هو پاڻ ڇڏائيندو تيئن ويندو لوهه ٿيندو. پنجوڙ سڄي ويڙهجي ويندس. تان جو ڪيڪڙاليون ڪندو

ڀڄي رهندو. بس ماڇي ته فقط ان گهڙيءَ جا منتظر
هوندا آهن. جڏهين ڏٺائون ته هاڻي سوگهو آهي ته
ڦري ايندس ۽ اچي جيئرو جهليندس. مون مٿي ذڪر
ڪيو آهي ته سوئر جا ونجَ خوفناڪ ٿيندا آهن. تنهن
ڪري اول ته ڪيس ڏسي ڪارائيءَ سان سندس ونج
وڍي ڇڏيندا ۽ پوءِ ان کي ڪٽائي پنهنجي رئيس وٽ
آڻيندا ۽ داد حاصل ڪندا.

رئيس جي ڪوٺ ۽ ان جي آس پاس اها خبر وڄ
وانگر پکڙجي ويندي ته شڪار جيئرو جاڳندو پڃجوڙ
۾ آندو ويو آهي ۽ هاڻي ان تي ڪتن جي ڇڇ ٿيندي سو
هڪ ملاڪڙو لڳي ويندو. هڪ ميدان جي وچ ۾ هڪ مضبوط
ڪاٺ جي منهن ڪوڙي ان ۾ هڪ سخت رسو ٻڌبو
آهي ۽ ان جي ٻي پڇاڙي سوئر جي ڪڇيءَ ۾ سرڪڻ
جي ٽموٽي ٿاهي وجهندا آهن، جنهن مان هو ڪڍ
ڪڍي نه سگهي. پوءِ پڃجوڙ مان سوئر کي آزاد ڪري
سڀ پڇي پري ٿي ويندا آهن ۽ سوئر رسي جي ڊيگهه
تائين گول چڪر ۾ وٺي ڦرندو ۽ خير خير ڪندو
آهي. هاڻي تماشو ڏسڻ وٽان هوندو آهي. ماڇي
چوگرد چار ڪتا سوئر کي ڇڏيندا آهن. هڪڙي تي
سوئر حملو ڪري ته ٻيو پٺيان ڦري اچيس، جي ان تي
حملو ڪري ته ٽيون چڪ ماريس. پستا ڪتا جي
ٻن شڪاري ڪتا هوندا آهن سي ته سوئر جي بدن
تي چڙهي سوئر جا ڪن ٿي ڪن پٽيندا آهن. سوئر

پين جهنگلي مرن والكر جهڪ ته هٽي ڪونه. هو ته وڙهندو آهي پنهنجي دونار ۽ وچن سان. وچ ته سندس اکثر وڏي ڇڏيا آهن. تنهنڪري ڪتن جي زخمي ٿيڻ جو خاص خوف ڪونه هوندو آهي. پر سوئر به سوئر آهي ڏاڍي ويڙهه ڪائيندو آهي جلدي آڻ ڪونه ڏيندو آهي جيستائين ڦٽجي ساڻو ۽ نستو نه ٿئي. ڪم از ڪم به ڪلاڪ ڪن هيءَ وٺ پڪڙ جاري هوندي. تماشبينن جي هجوم سان طرحين طرحين جون هڪلون ۽ آواز ۽ تاڙيون جا ڦهڪا پيا پڌبا آهن. آخر جڏهن سوئر رتو ڇاڻ ٿي پنجي رهندو تڏهن مالڪن کي اجازت ملندي ته هاڻي کيل ختم. هٽوس ڏڦو. ڏڦي هٿ ڪي شڪارين جي زبان ۾ ڪيچ ڪرڻ چوندا آهن. ڏڦو لڳو ته موڙ ڪيو. ڪي تماشبين هٿڪو لڳائي سوئر کي اچي ڏسندا آهن ۽ چوندا آهن ته بس سوئر ته پهاڙي سوئر آهي. دونار ته ڏسوس، وچ ته ڏسوس، ڪر ته ڏسوس وغيره. وغيره. اوهان کي خبر هئڻ کپي ته سوئر جا ڪر سخت ۽ ڪشادا وانگر چيريل ٿيندا آهن. تنهنڪري ڳنڍيون ۽ سڄو ماس سان سڄيل هوندو آهي. پوءِ ته وارو ملندو يا گڙين ۽ پين کي جيڪي سوئر منجهان وڃي جاوا ڪندا.

شڪار جي ملوڪن جي واهه واهه ٿي ويندي ۽ اهو اسير مانهو يا رئيس جنهن جي حڪم تي شڪار ڪيو ويو هوندو ان جي به جس پئي ڳائبي ۽ سيڪو

چوندو واھ واھ رئيس جهڙو شڪار جو شوقين نه
ٿيو آهي نه ٿيندو. شڪار ڪرائي ته پاڻي اسان جو
حاڪم رئيس ڪرائي پڻ جي ڪهڙي مجال هڪ هڪ
ڪتو سندس لک ٽولهي وغيره وغيره.

اسان جي سنڌ ۾ ته سوئر هڪ وڏو خوفناڪ مرون
آهي، جنهن جي پري کان ڏسڻ سان ئي انسان جو
ساهه سڪي ويندو آهي ۽ هن شڪار لاءِ ڪيترا
جتن ڪيا ويندا آهن. پر اوهان کي حيرت وٺي ويندي
ته يورپ جا گذريل علائقن ۾ سوئر کي ڌاريو ويندو
آهي. هلي ڪڙهه ۾ جڏهن اسان سوئرن جا ڌڻ ڏٺا جي
فقط هڪ ڇوڪرو لٺ کڻي ڪاهي پئي ويو ته ڏند
ڇپن سان لڳي ويا. جيئن هتي ڪو ڌراڙ ٻڪرين جو
ڌڻ ڪاهي وڃي، بلڪل اهڙيءَ طرح يورپ ۾ ڌراڙ
ڇوڪرا سوئرن جو ڌڻ وٺي جهنگ ۾ چاري پهاري
شام جو پنهنجي وٿاڻن ڏانهن وٺي ويندا آهن. نه ڪو
ڊپ نه ڪو ڊاءُ اتي هاري سوئرن کي ڏهن، انهن جو
ڪير ڏهي ڏڌ، مکڻ ڏاهين. مکڻ جو گيهه ڪن ۽
وڏو واپار هلي.

سوئرن جا ننڍڙا ٻچڙا اهڙين ٽمنگ ٽپا ڏين جيئن هتي
ڇيلا ۽ ڇيلهون. يورپ جا ديهاتي هندو انهن کي ايئن
کهي کائين جيئن هتي اسان حلال مال ذبح ڪريون. اتي
شڪار وغيره ڪونه ٿئي جو سوئر اتي پالتو جانور
آهن ۽ ڇگي اگهه وڪامن جيئن هتي ڍور ڍڳا وڪامن.

اسان جي سنڌ ۾ به ڪن شوقين خاندانن سوئرن
جي پالڻ لاءِ لوڙها ٺاهي ڇڏيا هئا ۽ ننڍڙا ٻچڙ پالي
وڏا ڪري پوءِ انهن کي ڪتن جي ٻيچ وارو شڪار
ڪري لطف اندوز ٿيندا هئا. هاڻي اها ٻڇڙي رسم
تقريباً ختم ٿي ويئي آهي ڇو ته انهن تي عالمن سڳورن
اعتراض ورتو ۽ لعن طعن ڪيو. اسان جي سنڌ جي
مسلمان مومنن سوئر جي شڪل ڏسڻ ۽ خصوصاً ان جو
رت ڏسڻ هڪ عظيم گناهه ٿي سمجهيو. باقي شڪار
اڃا به جستہ جستہ ٿئي پيو مگر اڳوڻو شوق هيئنر
گهٽبو ٿو وڃي.

(٦)

# ڍنڍ جي پکين (آبي پکين) جو شڪار

ڍنڍ جي پکين جو شڪار نهايت قيمتي ۽ عمدو شڪار آهي. اسان جي سنڌ ۾ وڏيون ڍنڍيون به ڪافي انداز ۾ موجود آهن پر ننڍين ڍنڍن جو ته ڪاٿو ئي ڪونهي. جن ضلعن ۾ سارو سال فصل ٿئي ٿو اتي ننڍيون ننڍيون ڍنڍيون تمام گهڻيون آهن. ڍنڍ جا پکي جهرڪ آڙيون، ٻدڪون، ڏيرڳيون، ٻگها، ڪانئرا ۽ ٻيا به ڪيترا قسم آبي پکين جا ٿين ٿا. هڪڙا پکي هوا ۾ آڏامن ۽ وڻن ۾ پنهنجا آشيانا جوڙين مگر هي پکي ٻارهوئي ڍنڍ جي پاڻيءَ ۾ رهن. خصوصاً سياري جي موسم ۾ ڪيترائي پکي ڍنڍن تي ڪٿان ڪٿان ڪهي اچي ڪٺا ٿين. اڳي سنڌ ۾ هنن پکين جي شڪار تي ڪابه بندش ڪانه هئي البته انگريزن جي زماني ۾ ڪن وڏين ڍنڍن کي عام شڪار لاءِ بند رکيو ويندو هو جتي فقط وڏا وڏا انگريز آفيسر سنڌ جي وڏن زميندارن جي مدد ۽ رهبريءَ سان شڪار ڪندا هئا. باقي ڍنڍون ٻين لاءِ آزاد هيون. ڍنڍ جا پکي اسان جي سنڌي ٻارهيڙين ميربحرن جي روزگار جو هڪ وڏو ذريعو هئا ۽ فقط چند آنن ۾ سير ڏيڍ

گوشت وارو عمدو ۽ لذيذ پکي وڪامندو هو. غريب
غربو سياري جي مند ۾ ڪاٺي خوش ٿيندو هو ۽ الله تعاليٰ
جي نعمتن کي ساراهيندو هو. ڏاڍين تي بندش
پوڻ سبب هنن جو روزگار به قدري بند ٿي ويو تاهم
ڪڪ پوري بلا آهي مهاڻا ويچارا لڪيءَ ڇپيءَ رات جو
وڃي شڪار ڪري ايندا هئا ۽ صبح جو وڏن وڏن
ڳوٺن ۾ وڪرو ڪري پنهنجو گذر ڪندا هئا ۽ اڃان
تائين اهو دستور هلندو ٿو اچي. ڪو وقت هو جو
سون لاڙڪاڻي، پڊدين، چوڙ ۽ ڪپري ۾ هڪ هڪ
پدڪ ۲ آنه کان ۸ آنه به ورتي. ناظرين ڪرام کي
اها ته خبر آهي ته ڏاڍي جا پکي سخت سياري ۾ به
ڏاڍين جي برف جهڙي ٿڌي پاڻيءَ ۾ ٿي رهندا آهن.
ان ڪري الله تبارڪ وتعاليٰ انهن جي سڄي جسم
مٿان چربيءَ جو هڪ ته چاڙهي ڇڏيو آهي جنهنڪري
سيءُ مٿن ڪوبه اثر ڪونه ڪري. انهن پکين جو
پوڙ پلاءَ ڪر ته ڪنهن به گيهه جي ضرورت ڪانه
پوي. سندن کنڀن ۾ سٽيپ هوندو آهي، ان ڪري پاڻيءَ
۾ ٽٻي هڻي وري نڪرن ته ڦڙو به سندن کنڀڙاٽين تي
ڪونه بيهي سگهي. هوا جي پکين جي پيرن جون آڱريون
الڳ الڳ هونديون آهن جيئن انسان جون، مگر هنن
پکين جون آڱريون پاڻ ۾ هڪ وٽکي جهڙي کل
سان ڳنڍيل ٿينديون آهن. ان ڪري سندن پير پاڻيءَ
۾ ترڻ وقت مدد ڪن. پدڪون، آڙيون، نيرڳيون

وغيره جڏهن ڏينڌ ۽ ترنديون ڏسبيون آهن ته اکيون
ڏسي پيون ترنديون آهن. بلڪل لس ترنديون وينديون
آهن ۽ سندن وڏهيل پير سندن پٺيان پاڻيءَ ۾ ليڪا
ڪيندا ويندا آهن جي مٽبا ويندا آهن چو ته ڪوبه
نقش پاڻيءَ تي نه بيهندو آهي. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن
ته ادا هيءُ ڪم اجايو ٿو ڪرين پاڻيءَ تي ليڪو
ڪڍڻ بيهندو! سندن ترڻ اهڙو ته سرو پيو ڏسندو
آهي جو ڀانئبو آهي ته ڪي انڊڙيون ڊوڙنديون تري
رهيون آهن ۽ اندر ۾ آدما پيا اٿندا ته جوڪر ڪين
پڪڙجي. جا ڳالهه سڀ ڪنهن جي وس جي ڪانه
آهي. فقط ٻارهيڙي مهاڻا ئي ان جا ماهر آهن.

ڏينڌ جي پکين. جو شڪار ڌام طرح اسان وٽ ٽن
نمونن سان ڪيو ويندو آهي. پهريون ٽوبيءَ وارو
شڪار پيو چاريءَ وارو شڪار ۽ ٽيون بندوق سان
شڪار. بندوق سان پکي جيئرا نه وٺي سگهبا آهن
باقي پين ٻن شڪارن سان پکي جيئرا هٿ ڪيا ويندا
آهن جي وڪرو ڪرڻ ۾ اچن. ڪي ماڻهو ته
بدڪون وٺي پنهنجن گهرن ۾ ڪڪڙين وانگر پاليندا
به آهن. بدڪون به ڪڪڙين وانگي آنن تي آرو ڪن
۽ ٻچا ڦوڙين. سندن ٻچا جڏهن نند ڪن ته هنن جي
ڪٻڪ رفتاري ڏاڍي پياري هوندي آهي. وڏا امير
ماڻهو ته پنهنجن بنگلن جي ايوانن ۾ انهن جي رهڻ
۽ ترڻ لاءِ ننڍڙا تلاءُ به ٺهرائيندا آهن ۽ سندن ڪاڏي

لاءِ ننڍڙيون ننڍڙيون مڇيءَ جون ڪُرڙيون به خريد ڪري پاڻيءَ ۾ ڇڏيندا آهن. باقي جن ماڻهن جا گهر اهڙا نه آهن پر سادن گهرن ۾ رهن ٿا، سي ڀيو نه ته به وڏيون ڪونڌيون پاڻيءَ جون پري رکندا آهن ڇو ته هي پکي ڪڏهن پاڻيءَ ۾ وجهي ترن ۽ ڪڏهن زمين تي ڪڪڙين وانگر هلن چلن. ڊيڊ جا پکي به خصوصاً بدڪون، ڪڪڙين وانگر آنا لاهين جي ماڻهو پاڻ به کائين ۽ وڪرو به ڪن. البت چون ٿا ته بدڪن جي آنن ۾ ايترا حياتين يعني وٽامن ڪين آهن جيترا ڪڪڙين جي بيضن ۾، بدڪن جي بيضن ۾ البت ڪجهه کيڪ به ٿيندي آهي، ڇو ته هي پکي مڇي به کائين ٿا. ڪڪڙين وانگر صرف ان کٽا کائين ته جيڪر اها ڪک به نه ٿئي. ڪڪڙين جا چوزا ننڍا هوندا آهن ته ڏاڍا پيارا لڳندا آهن، ليڪن بدڪن جا بچا انهن کان به وڌيڪ وڻندڙ هوندا آهن. ڪڪڙين جي چهنب نوڪدار ٿئي ٿي. مگر آبي پکين جي چهنب ڏسي ۽ ويڪر ۾ هڪ آڱر جيتري هوندي آهي. الله تعاليٰ اهو نظام ان ڪري ڪرڻ فرمايو آهي ته بدڪون مڇيءَ جي ڪرڙين کي آسانيءَ سان پڪڙي سگهن. جيڪڏهن اوهان ڪي اهڙو موقعو ڪڏهن مليو هجي ته اوهان ڏٺو هوندو ته ڪرڙي جهلڻ کان پوءِ بدڪ پنهنجي چهنب پاڻيءَ ۾ ڪيئن ڦڙڪائيندي آهي ۽ ڪرڙيءَ کي پچاريندي ۽ چاچوليندي

آهي. ان وقت هڪ عجيب منظر هوندو آهي. هر ڪنهن ساهه واري کي پنهنجو گذران ڪرڻ لاءِ ضرورت آهي الله پاڪ عقل ۽ سمجهه عطا فرمائي آهي. بهرحال هت پکين جي عادت و اطوار تي وڌيڪ لکبو ته معاملو طويل ٿي ويندو، منهنجو مقصد فقط شڪار جو آهي.

جن صاحبن ڏٺيون ڏٺيون هونديون ۽ انهن ۾ ڪوڪيل ڪُل ۾ ڏٺي هوندي، انهن ڏٺو هوندو ته آبي پکي ڪُل جي ڪانن ۾ وڌيڪ آرام ڪندا آهن ۽ مڇيءَ جو شڪار ڪندا آهن. سيني هرجنس پکين جو پاڻ ۾ ڏاڍو پيار ۽ اتحاد هوندو آهي. هڪ ٻئي کان ڌار رهڻ پسند نه ڪندا آهن. شاهه ڀٽائيءَ به فرمايو آهي ته :-

ولر ڪيو وتن پرت نه ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن ماڻهئان ميٺ گهڻو.

هي پکي ڪڏهن ڍنڍ جي هڙ ڪَپ تي ته ڪڏهن هڙ ڪپ تي جهڳٽا ٺاهيو ويٺا هوندا آهن، مڇي شڪار ڪري ڪائي ڏؤ ڪري پوءِ اچي ميڙا ميڙا ڪري ڪنارن جي قريب ويهندا آهن. انسان جهڙو ڏاهو ۽ عقلمند ساهوارو ته ٻيو ڪوبه ڪونه آهي. هو پنهنجي پيٽ پالڻ لاءِ جائز ته ڇڏيو ناجائز طريقا به اختيار ڪندو آهي. ميربحر هنن ساده لوح پکين کي جڏهن ٽوپيءَ جي شڪار جو نشانو بڻائيندا آهن تڏهن

ڇا ڪندا آهن جو هنن وٽ هڪ ٽوپي ٺهيل هوندي
آهي جا پنهنجي مٿي ۾ پائيندا آهن، ان ٽوپيءَ جي
مٿين چنڊي تي هڪ ٻدڪ جو ٻوتو ٺهيل هوندو آهي
جا هوبهو سچي ٻدڪ ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ٽوپيءَ سان
مهرپچر جو منهن ڍڪيل هوندو آهي ۽ فقط اکين وٽان
ڏسڻ لاءِ سوراخ ڇڏيل هوندا آهن. اهڙا ٽوپي پاتي
پاڻهيڙي پاڻيءَ ۾ گهڙي پوندا آهن ۽ نهايت خاموشيءَ
۽ اٽڪل سان پنهنجو سڄو جسم پاڻيءَ ۾ وجهي فقط
اکيون ۽ مٿو پاڻيءَ کان مٿي ڪري پاڻيءَ ۾ هلڻ
لڳندا آهن ۽ جتي آبي پکي گڏ ٿيا ويٺا هوندا آهن
ان طرف رخ ڪندا. پکي ويچارا سمجهندا آهن ته اهو
ٻه ڪو پرڀان سنڌن ساٿي اچي رهيو آهي ۽ ان ڪري
ڪوبه ڌپ ڌاءُ ڪونه ٿين. هن طريقي کي ٽوپيءَ وارو
طريقو يا ڪندو چوندا آهن. مهاڻو جڏهن پنهنجي حرفت
۾ ڪامياب ٿي زنده پکين جي جهڳٽي وٽ اچي ته
جهٽ ڏيئي ويساهه وسوڙل پکين کي ڪٽي پڪڙي پوءِ
پاڪر ۾ پنج پکي اچن، آٺ پکي اچن يا گهٽ وڌ،
ويرم ٿي ڪانه ڪندو پڪڙي ڪٽي پنهنجي قبضي ۾
ڪندو ۽ ڪيڏي اچي ٻاهر ڦاهو ڪندو. ان طرح
پنج چار دفعا ڦيرا ڪيائين ته ۱۵-۲۰ پکي ڦاسائي
ڪٽي راهي. ٿيندو ۽ پنهنجو پيٽ قوت ڪيڏي ايندو.
ٽوپيءَ جو شڪار هڪ نڳيءَ ۽ دولاب جو شڪار آهي
جو فقط مهاڻا ڪندا آهن. اهو شڪار ڪي وڏن زميندارن

۽ اميرن وٽ مند جي شروعات ۾ ميربحر ڍوڻڍي ڍور
ڏيندا آهن، جهڙيءَ طرح هوائي پکين ۽ مڇيءَ جو
ڍوڻڍو به وڏن اميرن کي ڏنو ويندو آهي ۽ ان جي
چڱي مجرائي ملندي اٿن. هي شڪار به ڏسڻ وٽان آهي
۽ ميربحرن جي هنر جو ڪمال آهي.

ٻيون طريقو آهي ڄاريءَ وارو جنهن کي وانجهار
جو طريقو سڏيندا آهن جو وڌيڪ محنت گهري مگر
اُپراسو جلد ٿئي. هن شڪار ۾ ميربحر ڄا ڪندا آهن
جو ڍنڍ جي جنهن ڀاڱي کان آبي پکي ويٺل هوندا
آهن، ان پاسي جي سامهون، جتي ڪل ٻيٺل هوندي
آهي اتي وڏا لڙها کڻي ڍنڍ جي آرپار پاڻي ۾ کوڙيندا
آهن، اهڙيءَ طرح جو ڪم از ڪم اهي لڙها پاڻيءَ جي
سطح کان اٺ فوٽ ڪن مٿي ٻيهن. هرهڪ لڙهو ٻئي
کان ٨ ـــ ١٠ فوٽن جي وٿيءَ تي هوندو آهي. پوءِ انهن
لڙهن ۾ سوٽي ڄاري پکيڙيندا آهن جيئن هڪ ديوار
ٺهي پوي. جڏهن اهو انتظام مڪمل ٿي ويندو آهي،
تڏهن جنهن ڪناري تي پکي جهڳٽا ڪريو ويٺا هوندا
آهن، انهن جي پٺ کان ڪناري واري زمين تي ڦري
ايندا ۽ پکين ۾ آواز ڪرڻ سان ٺا ڪوٽڙ ٺڪر
اڇلڻ سان اچي ٿلهه وجهندا آهن ۽ ويچارا آبي پکي
ڇرڪ پري وٺي سامهون منهن ڪري اڏامندا. ڄاريءَ
جو سٽاءُ اهڙي مفاصلي تي هوندو آهي جو گهڻا پکي
ڄاريءَ جي مٿان اڏامي نه سگهندا آهن. اچي سڌن ڦر

اڏامڻ ۾ ايترو زور نہ وٺندا آهن تہ چاريءَ کي اچي پهچندا آهن ۽ سندن ڪڇيون ۽ پير چاريءَ ۾ اڙي ويندا آهن. ناظرين ڪرام سمجهي سگهن ٿا تہ پکي ٻہ هوائي جهاز وانگر اڏامندا تہ پوريان هيٺان اڏامندا ۽ پوءِ جيئن جيئن سندن ڪنڌڙائين ۾ زور پيدا ٿيندو ٿيئن ٿيئن مٿي ويندا. هي پکي ٽمرن يا پاڻي ڦرن جهڙا تيز پڙڪو کائي اڏامندڙ نہ آهن. سندن بدن ڳرا هوندا آهن ۽ جيستين مٿي چڙهن تيستين چاريءَ ۾ اچي ڦٽڪا ڪندا. بهرحال جن جي حياتي هوندي سي مٿان لنگهي ٻہ هليا ويندا ليڪن منجهائن اڪثر چاريءَ جي دام ۾ اچي ويندا. پارهوڙي نہ ڪل ۾ لڪا ويٺا هوندا آهن سي دير ني ڪاهہ ڪندا ۽ پکي ڦاٿو ناهي تہ ڦٽڪو ٻہ ڪونہ ڏينهس. ڪيئي ٽنگن مان جهلي هٿ ۾ ڪندا وينس. جتي جتي ڪل تمام وڏي ماڻهوءَ کان ڊار هوندي آهي اتي اڪثر چاري نہ وڏي ويندي آهي پر ننڍيءَ ڪل وٽ وڏيڪ اثرائتي ٿيندي آهي. هن شڪار ۾ ٻہ ٻہ پريڪ وقت پنجاه سٺ پکي ڦاسي پوندا آهن. ٽوپيءَ واري شڪار ۾ هڪ ميربحر اڪيلي سر ٻہ شڪار ڪندو آهي پر چاريءَ واري شڪار ۾ ۵-۶ ڄڻا گڏجي شڪار ڪندا آهن. جي پاڻ ۾ هڪ ٻي ڪٽنب جا هوندا آهن ۽ مال ورهائي کڻندا آهن.

هي ٻئي شڪار جا نمونا مون چوڙ اسٽيشن وٽ جا هڪ وڏي ڍنڍ آهي ۽ فقط آفيسرن جي شڪار لاءِ

محفوظ هوندي آهي، ان تي اهو اقباءُ ڏنو محترم محمد رحيم ملاح اسٽيشن چوڙ جي پرائمري اسڪول جو هيڊ ماستر آهو ۽ سندس مٽ مائٽ اهو شڪار ڪندا هئا، ان موصوف مون کي اهي شڪار ٿيندا ڄلي ڏيکاريا ۽ مفت جون پڪون به خوب ڪارائيندو هو، هن وقت خبر نه اٿم ته ڪٿي آهي، خدا ويند ڪريم سندس پلو ڪري نهايت ئي سنجيده نوجوان هو ۽ بذات خود به انهيءَ شڪار ڪرڻ جو ماهر هو.

ٻيون شڪار آهي بندوق جو- هيءَ شڪار هڪ وڏو ۽ اعليٰ درجي جو شڪار آهي جنهن ۾ ڪيترن ئي ماڻهن جي گهرج ٿيندي آهي- هڪڙا ماڻهو پکين ۾ ڏاهه وجهي انهن کي اڏائيندا آهن ۽ ٻيا پيڙين تي چڙهيل بندوقچي هوندا آهن جي انهن کي گولين جو نشانو بڻائيندا آهن ۽ جو پکي اڏامندي گولي لڳڻ سبب پاڻيءَ ۾ ڪريو، ان کي اتي جو اتي پيڙي هلائي وڃي پاڻيءَ مان ڪڍندا ۽ ذبح ڪندا پيڙيون پريندا ويندا آهن - هن شڪار ۾ سون جي تعداد ۾ پکي اچل جو شڪار ٿيندا آهن، خبر نه آهي پنهنجي پيٽ قوت ڪان وڏيڪ ناهوارا مارڻ ڪيتري قدر- جائز آهن. بهرحال هي پکي جيترا نه ڦاسندا آهن ۽ شڪار جا شوقين انهن بي انداز مظلوم پکين مان پاڻ ته جاوا ڪن پر- پنهن دوستن احبابن ۽ آفيسرن کي به سوغات طور پيش ڪن .

هن شڪار جو احوال آءُ اهو اڪين ڏٺو نظارو بيان ڪريان ٿو جو مون منڇر ڍنڍ تي ڏٺو. سچ پڇو ته مان هن شڪار جي ڏسندي محظوظ به ٿيس ۽ دل تي ڏک به سخت ٿيم ۽ ان بعد وري شڪار ڏسڻ جي سڌ ئي لاهي ڇڏيم خدا معاف ڪري.

(آمين)

هڪ دفعي ڊسمبر جو مهنو هو، ڪالاڻ جون موڪلون هيون. ڪالاڻ ڪي پائيتال به الڪري چوندا هوا جو وڏا ماڻهو ۽ آفيسر جن کي شڪار جون پرمٽون هونديون هيون سي ڍنڍ جيِ ڪنڍن جي شڪار تي مڇرجي پوندا هئا ۽ ڪالاڻ جا ڏهه ئي ڏينهن وَڪَ وارين ڍنڍن تي بندوقون ۽ ڪارتوسن جون پيٽيون پري اکري پوندا هوا. آءُ پنهنجي ديوٽيءَ سان دادوءَ ۾ هوس. چند دوست گڏ ويٺا هئاسين ۽ ڪچهري متل هئي ته هڪ دوست آهو جنهن چيو ته يارو منڇر تي شڪار جا وڏا سانباها ٿي رهيا آهن. شڪار جي دعوت به ملي آهي جي ديدار ڪرڻو هجيوَ ته سڀيرو ته هلون ۽ دل وندرائيِ اچون. مون ڪان سواءِ سڀني کي ڳالهه پسند آئي، مون چيو يار مان ته شڪار مان ڪونه ڄاڻان ۽ نه بندوق هلائڻ اچيم مان ته ڪونه هلندس. ٻرائي ڌهليڻ احمق لڇيِ اوهان پلي وڃي موج ڪري اچو. پر هنن مون کي ڏاڍو زور پريو. اهتري ۾ سندن هڪ دوست جيپ سوڊو اچي وارد ٿيو ۽ سا ڳڻي ڳالهه

ڪيائين، چيائين تہ آءٌ بہ شڪار لاءِ ٿي سهي سنهري لڪتو آهيان، جيپ حاضر آهي، آهيان بہ اڪيلو، هلو تہ رس رهاڻ ڪندا هلون ۽ هلو بہ ضرور اوهان کي هرگز نہ ڇڏيندس. آخر هن جي اسرار تي چار اسين ۽ پنجون هو پاڻ جيپ ۾ چڙهي ويٺاسين ۽ ڪهي اچي منچر تي پهتاسين. ڪيترائي ٽوبچي اتي ڳاٽ ڪٺيو ويٺا هئا ۽ پنهنجي بندوقن کي شڪار لاءِ تيار پئي ڪيائون.

ڏهاڪو کن ٻيڙيون بہ حاضر هيون ۽ ميربحر بہ حاضر هوا، جي ڏاڍو خوش ٿي نظر آيا. آخر هر هڪ ٻيڙيءَ ۾ ٻہ ٻہ ٽوبچي سوار ٿيا ۽ ٻہ ٽي خالي ٻيڙيون پکين کي واڙڻ لاءِ منجهن ٿاهہ وجهڻ ۽ ٽڙ ڪرڻ لاءِ هڪ هڪ همراهہ سان هر طرف کان روانيون ڪيون ويون. ٽوبچي ڪل اٺ هئا ۽ هڪ هڪ ٻيڙيءَ ۾ ٻہ ڄڻا بندوقن سان تيار ٿي ويٺا. هاڻي اهي ٻيڙيون هاڪاري جدا جدا طرفن ڏانهن هلڻ لڳيون. پهريان پکين جون ٽوليون نظر اينديون ٿي رهيون. جڏهن پکين کي ڪجهہ ويجها ٿيا تہ هڪڙي خفتيءَ (خبطيءَ) وٺي هوائي فير ڪيو ۽ بندوق جو ٺڪاءُ ٿيڻ سان پکين ۾ جو ٿاهہ پيو سو آسمان پکين جي آڌام سان پرجي ويو ۽ سون جهڙي محض تماشبين جي مٿان بہ ولرن جا ولر اڏامندا ٿي ويا. بس پوءِ تہ ٺڪا ٺوڪي لڳي وئي ۽ اُن بندوقن جو ڪڏهن تہ هڪڙوئي ڌڌڪو پڌڻ ۾ اچي رهيو هو. ڌڪ سان پکي

ويچارا آسمان مان وڻبا سنبا اچي ٿي پاڻيءَ ۾ ڪرندا. مهاڻن جي واهه واهه مچي ويئي. پکي ڪرندا ويا ۽ مهاڻا انهن کي جهليندا تڪبير يا سِر وجهندا ٿي ويا. مهاڻن کي ته اهڙو لطف پئي آيو جو اجا پکي پريرو ٿي هجن ته شڪارين کي رڙ ڪري خبردار ڪن ته سائين اهو نمرگون جو ولر ٿيو اچي. بس پکي اوڏڙا اچن ته شڪاري به بسم الله ڪري ڌز ڌز لڳايو ڏين. ڏڪ ڏڪ سان نيرگي ڦرندي ڦرندي اچيو پاڻي ۾ ڦهڪو ڪري. ڍنڍ جي پکين جا ڪيترائي قسم هوا، جهڙوڪ نيرگيون، ڏڪوش، لنگها، چيخلا، بدڪون ۽ آڙيون وغيره. چيخلو پکي انهن سڀني کان اڏامڻ ۾ تکو هو. توبچين کي به چيخاي ڏاڍيون پوئيون پڙهايون. شڪار جو پروگرام سڄي ڏينهن جو هو تنهنڪري مانيءَ جو بندوبست به اتي ٻيڙين ۾ ئي ڪيو ويو هو. بس شڪار جي مزي ۾ ايئن پئي ڏسو ته چڻ شڪارين خواهه تماشبينن کي ڪو عيد جو ڏينهن نصيب ٿيو آهي. ڍنڍ جي قدرت سان پکي به ايترا هئا جو شڪارين هٿ ڌاريا ۽ شام ٿي ويئي ته ڪل ڪانه ٿي! پئي ته ڏينهن سڄو ڪيئن گذري ويو. سج لٿو ۽ شڪار بند ڪيو ويو. ڪل ست ٻيڙيون واپس آيون جن مان هرهڪ ۾ ڏنو ڏپ ڪري ڳاهه ٿو ڪريان ته ڏيڍ سؤ کان ٻه سون تائين پکي ڍير لڳا پيا هئا. رات اتي پئجي ويئي. شڪار مان ڪي

پکي پچاٻا يا شيخ ڪيا ويا، ڪن جو پلاءُ نہ پيو ۽ ڪي پيچي ڦرڪ جاوا ڪيا. رات جو ڪجهہ حصو رکو شڪار جون ڳالهيون ٻڌنديون رهيون. ڪي چون لڳا تہ ادا شڪار بيڪار آهي پر اڄ تہ واهہ وهي ويا. صبح ٿيو تہ ہنا ناشتي ورڻي ساڳيءَ جيپ ۾ چڙهي اچي دادوءَ پهتاسين. مون ڪي اهو شڪار حياتيءَ تہ وسرندو پر وهيا تہ آهي پئي جن بندوقن جا جوهر ڏيکاريا هئا، اهي پلي مرڪن. مون اکين سان ڏٺو تہ اتفاقي ڪو ڏڪ ڳنو هوندن نہ تہ ڏڪ ڏڪ ڪامياب پئي ويا. 'مروان موت ملوڪان شڪار' شڪارين جي لاءِ تہ مزو هو پر ويچارن ڳڪڏامن لاءِ قيامت صغرا هئي. ڪيئي ڪارتوس خلاص ٿيا ۽ ڪيترائي پکي حلال ٿيا. شڪار ہہ خير سان پورو ٿيو نہ تہ شڪار وقت سڀ ان الله جي. گهوڙي تي سوار هئا ۽ خبر ڪانہ ٿي پين تہ مٿان اسان جو ڏڪ ڪنهن پيڙيءَ ۾ ويلن ڪي نہ لڳي وڃي. اڪثر اوقات ائين ہہ ٿيو آهي جو ڏڪ ڳسي ڍنڍ جي ڪناري تي بيٺل تماشبينن ڪي ہہ لڳي ويو هوندو ۽ مورکو: "شکار کرنے کو آئے، شکار هوکے چلے" جي مصداق قيمتي جاليون ہہ نقصان ٿيون هونديون. هيءَ تہ ٿيو وڏين ڍنڍن تي شڪار جو نظارو. پر ننڍين ڍنڍن تي ہہ سيڪڙات توبچي جن تازو ليسن ورتو هوندو آهي سي شڪار لاءِ ويندا آهن ۽ ٻہ چار ويٺل پکي ڊڙي ايندا آهن. وڏا شڪاري ويٺل

پکيءَ کي ڏڪ هڻڻ معيوب ڄاڻندا آهن ۽ فقط اڏامندڙ کي ڏڪ هڻندا آهن. پکي ڀلي ته ڪيترو به سولو ويٺل هجي ۽ ان جي نشاني جي به پڪ هجي مگر هو ان کي اڏامي پوءِ ڏڪ هڻندا آهن ۽ سيڪڙات اول اول ويٺلن پکين تي بندوق آزمائيندا آهن. اڳي شڪار لاءِ وڏن ماڻهن وٽ خاص شڪارگاهون هيون ۽ شڪار لاءِ وڏا اهتمام ڪيا ويندا هئا. مگر هن وقت ماڻهن جون مصروفيتون تمام وڌي ويون آهن ۽ فرصت گهٽ آهي تنهنڪري شڪار جو شوق به گهٽجي ويو آهي. هاڻي فقط وڏا وڏا شڪار حڪومت ڪرائيندي آهي. جڏهن ٻين ملڪن جا حڪمران پاڪستان ۾ سير و سياحت ۽ تفريح لاءِ ايندا آهن ورنه ٻيو ڪير.

ضميمو

# ٻاز سان شڪار

از

سر رچرڊ برٽن

سنڌيڪار

غلام رباني

# باز سان شڪار

## (۱) سنڌ ۾ استعمال ٿيندڙ باز

سنڌي بازدار کي باز جا هيٺيان مکيه قسم معلوم آهن:

۱- شهباز: يعني بازن جو شاهه. هيءَ پهرين اکين سان خاڪي رنگ جو چڱو وڏو پکي آهي. افغانستان جي ٽڪرين ۾ ۽ انهن جي آسپاس ڦاسايو وڃي ٿو؛ پوءِ هيٺ ميداني علائقن ۾ آڻي وڪرو ڪيو وڃي ٿو. شهباز جي جڏهن چڱي پالنا ٿئي ٿي ۽ کيس شڪار ڪرڻ جي سکيا ملي ٿي ته پنجن کان ڇهن پائونڊن تائين ملهه ۾ وڪامي ٿو. نر ماديءَ کان گهڻو ننڍو ٿئي ٿو. ٻئي (نر-ٽوڙي ماديءَ) زبردست طاقت وارا ۽ خونخوار ٿين ٿا. انهن کي سڀني بازن ۾ زياده شاندار سمجهيو وڃي ٿو. بخارا ۽ برفاني علائقن واري مشهور "شير-باز" (شينهن-باز) جي سنڌي بازدار کي سڌ ڪانهي.

۲- ٻهري: هيءَ پنهنجي بيدپائيءَ ۽ طاقت جي ڪري هندستاني بازدارن کي تمام گهڻو پسند آهي؛ تنهن کي هتي عام طور کيس شاهين سڏيو وڃي ٿو. سنڌ جي ڪن حصن ۾ ملي ٿو. تتر، ڪونج، مرغابي، ٻگهه ۽ سهي جو شڪار ڪري ٿو.

٣- باشو: هيءُ جهرڪي - باز جو هڪ قسم آهيءَ ۽ ننڍا انس. هيٺاهون اڏامي ٿو. پيلي رنگ جون اکيون اٿس. سنڌ ۾ وڏو قدر اٿس، ڇو ته تتر جي شڪار لاءِ تمام ڪارائتو آهي. جيئن ته سياري ۾ سنڌ ۾ رهي ٿو ۽ اونهاري ۾ پهاڙي علائقن ڏي وڃي ٿو، انڪري "سيالي پکي" يا "سنڌائتو پکي" سڏجي ٿو. گهٽ ۾ گهٽ قيمت اٺ يا ڏهه شلنگ اٿس.

٤- شڪرو: هي پکي ساڳيو انگريزن وارو جهرڪي - باز آهي. تتر جو شڪار سٺو ڪري ٿو. سنڌي ٻاردار ان کي "ڪتو - پکي" به سڏي ٿو، ڇو ته شڪري جي طبيعت ڪتي واري آهي. شڪرو، هر طرح سان تيار، سنڌ ۾ هڪ ٻن شلنگن ۾ ملي ويندو.

٥- لغڙ: هيءُ اڪيلو وڏن پرن وارو باز آهي جو سنڌ ۾ عام جام استعمال ٿئي ٿو. اکيون ڪاريون (١) اٿس، ڇنبا ڪاري رنگ جا ۽ پيچ ڀورڙو خاڪي. لغڙ تتر، ٻنير ۽ سهي جو شڪار ڪري ٿي. لغڙ جو مزيدار مقابلو ڪانون سان ٿئي ٿو.

---

(١) عام طور سياه - چشم (يعني ڪارين اکين وارا) پکي شاهاڻا ۽ وڏن پرن وارا آهن. گلابي - چشم (يعني پيلين اکين وارا) پکي گول يا ننڍن پرن وارا آهن. — مصنف.

سر اليگزينڊر برنس پنهنجي ڪتاب "Personal Narrative of a Journey to Cabool" جي ٽئي باب ۾ ڄاڻايو آهي ته سنڌين کي هيٺيان باز معلوم آهن:

لگڙ (لغڙ) مادي، جگڙ (جغڙ) نر۔

سنڌ جو رهاڪو. جهرڪي - باز. ڪارين اکين سان؛ هڪ سنڌ لاءِ پالجي ٿو ۽ سنڌ منجهه بعد ڇڏي ڏجي ٿو۔

باز (شهباز) مادي، زره (جره) نر۔

خراسان جو رهاڪو، گلابي (پيلي) اک؛ شاهاڻو پکي۔

چرغ مادي، چرغلا (چرغلو) نر۔

ڪوٽي (ڪيچ؟) جو رهاڪو، ڪاري اک؛ هرڻ کي جهلي ٿو ۽ تلور ماري ٿو۔

باشو (باشاه). مادي، بشين (باشين ۱) نر۔

خراسان جو رهاڪو، گلابي اک، جسم ۾ ننڍو۔

بهري (باهري) مادي، بهري - بچي (شاهين) نر۔

سنڌ جو رهاڪو، سنڌو درياه جي پرسان ملي ٿو۔

(۱) باشين "بادشاهه" جو مونث صيغو آهي، پر تنهن هوندي به عام طور مذڪر لاءِ استعمال ٿئي ٿو۔

کوهي مادي، ڪوهيلا نر.

شاهين (١) به سنڌينس ٿا، سنڌ جو رهاڪو آهي، ڪاري اک اٿس.

تورو راتي (٢) مادي، چٽوي (چٽوٽا) نر.

سنڌ جو پکي، ڪاري اک، سنڌ ۾ بعد چڙي ڏجي ٿو.

شڪرو مادي، چپاڪ نر.

سنڌ جو رهاڪو، گلابي اک.

مغرب ۾، اسانجا اڳيان بازدار، مشرقين وانگر، نر ۽ مادي باز لاءِ جدا جدا نالا استعمال ڪندا هئا.

سنڌ ۾ پڻ، ٻين هنڌن وانگر، ڊگهن پرن وارن بازن ۽ ننڍن پرن وارن بازن جي خصلتن ۾ وڏو فرق آهي. ٻهريان، پنهنجي اورچائيءَ، فرمانبرداريءَ ۽ جوش ڪري يورپ ۾ تمام گهڻو پسند ڪيا وڃن ٿا. اهي

(١) سنڌ ۾ "شاهين" لفظ، غلط طريقي سان، بهري جي نر لاءِ استعمال ٿئي ٿو. وڏا بازدار ان کي ڪوهي سان هم معنيٰ ۾ استعمال ڪن ٿا.

(٢) پانئنجي ٿو ته صحيح لفظ دراصل "تربتي" آهي، پر برنس صاحب جي ڪتاب ۾ ڇاپي جي غلطيءَ سبب "تورو راتي" اچي ويو آهي. — مصنف.

هوا مان ڪنوڻ وانگر لامارو ڏيئي جهٽ هڻن ٿا ۽ شڪار کي ڏڪ هڻي ڏرتيءَ تي اڇلائين ٿا. ٻويان يعني ننڍين پرن وارا باز هڪجهڙيءَ سنوت ۾ شڪار سان وڙهن ٿا، ان کي ڪنهي ٻئي ڪٺي ٿا وڃن ۽ پوءِ تيزيءَ سان زمين تي لهن ٿا. اهي شڪار کي زور سان پنهنجو پر هڻي، طاقت سان ماري وجهن ٿا. پوءِ پنهنجن چنبن ۾ جهلي، ان جا ڪنڀ پنهنجي چهنب سان پٽين ٿا.

سنڌ ۾ گهڻو ڪري گول پرن وارا باز استعمال ٿين ٿا، ٻوڙي جو اهي مهانگا آهن ۽ انهن جي تربيت ۽ پرورش ڏکي آهي؛ اهو شايد انڪري آهي جو يا ته سنڌ جي آبهوا يا ته سنڌي بازدارن جي تربيت، يا اهي ٻئي ڳالهيون ان قسم جي بازن لاءِ موافق آهن.

مان ننڍو ڀايان ته يورپ ۾ بهترين قسم جا باز، ابراهيم خان جي پاليل ۽ پسنديده بازن کان بهتر شڪار ڪري سگهن ٿا.

## (٢) ابراهيم خان جا باشا

”صاحب، اڄ پاڻ کي، وڏو سفر ڪرڻو آهي.“

صبوح جو ٽين بجي جيئن مان گهوڙي تي سوار ٿيس ته امير مون کي چيو: ”باز هرڻ - شڪارگاه“ تي اڳيئي موڪليل آهن. ساڳي جاءِ آهي جتي اوهان سان

ذري گهٽ چڱائيءَ ٿي هئي." (١)

جيئن ته پکي ساڻ نه هئا، ان ڪري اسان گهوڙن کي چوٽ چڙهي ڏنو، ميدان لتاڙي، واهه ٽپي، سڪل ندين اڪري، گوني ءَ (٢) تي محمد خان جي ٽنڊي کي اچي سڏاوا ڏياسين.

گونيءَ جي هڪ ڪپ تي شڪارگاهه آهي، جنهن ۾ جهنگلي مرون، گدڙ، هرڻ ۽ ٻيا جانور آهن. سامهون شهر آهي جنهن جي چوڌاري انبن جا گهاٽا باغ آهن.

ٽوڙي جو صبح جا ڇهه ٿي منٽ ٿيا هئا، پر ١٥ ميل سفر ڪرڻ سبب اسان سڀني کي ٻک چڱو ڪري وڌو هو. هڪدم گهوڙن تان سامان لاٿو ويو ۽ انهن جي منهن تي توبرا چاڙهيا ويا. نوڪرن خرزين منجهان ماني، مکڻ، پکين جو پڪل گوشت، اپاريل بيضا، پنير، کنڊ، تماڪ ۽ حقا ڪڍيا.

گهڙيءَ ساعت ۾ نيرن تيار ٿي وئي ۽ اسان شڪار وارين چرين ڪٺي، ڪاڏي کي جنبي وياسين. هرهڪ موج ۾ هو. امير ته وڏيءَ لي ءَ ۾ هو. ڪاڪو مل

---

(١) انهيءَ جاءِ تي ساڻ ذري گهٽ پڌو هوس. امير اتڪل سان انهيءَ واقعي ڏي اشارو ڪري، پنهنجي قابليت جي ثابتي ڏني؛ سڌيءَ طرح سان انهيءَ واقعي کي بيان ڪرڻ بدسوڻ ٿئي ها.

(٢) گوني ”ڦليلي نديءَ“ جي شاخ آهي جا حيدرآباد جي ڏکڻ طرف وهي ٿي — مصنف.

اسڪولي ٻسار وانگر مکڻ ۾ ماني ڇٻاڙي رهيو هو.
هريچند جو لوڏو سندس مڇن هيٺان لڪي ويو هو.
خذمتگار امان کي مزي ۾ ڏسي گد گد ٿي ويا.

"صاحب، ياد اٿيئي، سوڀرو ٻاڻ علي بحر واهه جي
منهن وٽ پاڻيءَ جي هڪ ڇنڊ مان لنگهيا هئاسين؟"
امير اُٺين ٻڌو جو، معلوم ٿيو ته کيس ڪو ڏوتڪو
پڄائڻو هو.

مون هاڪار ڪئي.

"گذريل سال" امير چوڻ لڳو، "جڏهين واهه ۾
پاڻي سڪي ويو هو ته سرڪار پنهنجي هڪ انگريز
عملدار کي هتي موڪليو ته سر زمين تي جاچ ڪري
ڏسي ته واهه ۾ پاڻي ڪهڙي سبب ڪري نٿي آيو.
ڳالهه سمجهين سڌي هئي: ڇا هو ته مٿڏين واهه جي منهن
وٽ دڪو ڏيئي ڇڏيو هو ته جيئن منهنجي زمين ۾
پاڻي نه اچي پر انگريز عملدار، توڙي جو منشيءَ وانگر
لکي پڙهي ٿي سگهيو، سنڌي ٻه ڳالهائي ٿي سگهيو ۽
وڏس زنجيرون، ڪات جون گهوڙيون ۽ ٻيا ڪيئي اوزار
پڻ هئا، ته به منجهي پيو. کيس ڪهڙي خبر ڪاله هئي ته
سنڌي ڪيڏا حرڪتي آهن! هڪ دفعي انهيءَ ڏي پاڻيءَ
جي پاسي مان وسار ڪندي ڏٺائين ته هڪ ماڻهو پٿي
پڌو ۾ ڪناري تي پنجاهي کن ڇٽا پلئيون ماري ويٺا
هئا، پر هن همراهه کي بچاڻ لاءِ ڪجهه نٿي ڪياڻون.
هن کين حڪم ڏنو ته ماڻهوءَ کي بچايو. انهيءَ تي

هنن کان رکو ايترو پڇو جو ڏانهس اک کڻي ڏناٺون.
بعد ۾ هن جي نڙي چاڙهڻ تي سڀ پڇي وياه جي
رکو هڪڙو رهو آچن ها ته سڀ سندس حڪم مڃين ها.
لاچار صاحب کي لٽا لاهي، پاڻ پاڻيءَ ۾ گهڙي پڏندڙ
ماڻهوءَ کي بچائڻو پيو. پر پوءِ چا ٿيو؟ جڏهن هن همراهه
جي نڪ ۽ نڙيءَ مان پاڻي نڪتو ته صاحب کي چيائين،
”صاحب، تو مون کي بچايو آهي، هاڻي مون کي چا
ٿو ڏئين؟“ تنهن تي صاحب چيس ته مون جيڪي
ڪجهه تو لاءِ ڪيو آهي، اهو ئي ڪافي آهي. اهو
پڌي سنڌيءَ نه رکو صاحب کي پاراٽا ڏنا، پر ايتري
همت ٿيس جو چيائين ته مون پنهنجي سڄيءَ عمر ۾
جيڪي به گورا شيطان ڏٺا آهن، انهن سڀني ۾ تو جهڙو
پيو ڪونه هو! ظاهر آهي ته اهو پـڌي صاحب کيس
چهبڪ هنيا، جنهن تي اهو همراهه پڇندو مون وٽ آيو
۽ مون کان پڇيائين ته جيڪڏهن گورنر صاحب کي
دانهن ڏيان ته منهنجو پاسو ڪندو؟“
”پوءِ تو چا ڪيو مير صاحب؟“
”مون؟“ امير چيو ”مون هن کي پڌايو ته فرنگي
ڏاريا آهن، تنهنڪري انصاف وارا ماڻهو نه آهن. پر
پانڄي ٿو ته پاڻي همراهه جي مغز ۾ گهڙي ويو هو.
هن مون کي ويجهو ئي هڪ جواب ڏنو، اهڙو جو!
ها! ها! مان....“

اٺي امير پنهنجو هٿ هيڏي هوڏي ڦيرائي حاضرين

جو توجهہ چڪايو، پوءِ پنهنجي آڳر ڇپڻ تي رکيائون، جنهن مان آخر مطلب وچي اهو ٿي ته سندس نوڪريءَ خرچيءَ هن همراهہ جي زبان بند ڪري ڇڏي هئي.

ستت نيرن ٿي. خفا ناهي وزم ڪيوسين ۽ پوءِ اسان پنهنجو سفر وري شروع ڪيو. اڌ ڪلاڪ ڪن اندر اچي "هرڻ - شڪارگاهہ" وٽ پهتاسين.

* * *

"او اجهي باشاهہ!" امير هڪ ٽوليءَ ڏانهن اشارو ڪيو، جا شڪارگاهہ جي پٽ جي پاڙ وٽ ويٺي هئي: "او اجهي بادشاهہ (١) پر هي بدمعاش خدمتگار اتي ڇو ويٺا آهن؟"

سبب ستت معلوم ٿي ويو. هنن هڪ سهو تاڙيو هو ۽ ارادو هئن ته شڪار جي شروعات اتان ڪن.

اسان گهوڙن تان لٿاسين. امير هہ مون بازدارن کان باشن جو جوڙو ورتي، انهن جي اکين تان ڍڪ لاهي، پنهنجي ڪرائين تي وهاريو. پوءِ اسان ٿورو اڳتي وڌي، "هڪ - هٿ" سهي (٢) تي ڇڏيو. بازن واهہ جو تماشو

(١) سنڌي ساٿهو گرامر جي قاعدن خلاف "بادشاهہ" لفظ مان "باشاهہ" لفظ ڪيدن ٿا ۽ ان کي "شهنشاهہ" جي معنيٰ ۾ استعمال ڪن ٿا. جيئن ته بازن ۾ هي پکي ڪين گهڻو پسند آهي، ان ڪري ان جو نالو شان سان وٺن ٿا. — مصنف.

(٢) مشرق ۾ بازدارن جي اصطلاح موجب هڪ باز کي "ايڪ دست" (هڪ - هٿ) سڏجي ٿو — مصنف.

ڏيکاريو. جيئن تہ ايڏي سگهہ نہ هين جو هڪ ٻي لاماري سان سهي کي ٻيهاري سگهن، تنهنڪري ٻنهي واري سان پنهنجي شڪار جي پٺيءَ کي چنبن سان ٻہ ٽي ڦٽيو ۽ ساڳئي وقت ان کي سنڀالڻ لاءِ ذري اڳيان ۽ ذري پويان لامارا پئي ڏنائون. اهو ڏسي سڀ بلوچ ٽڙيا پئي ۽ دانهون پئي ڪيائون: "شاباس ننڍڙا! شاباس وڏا!"

پنجاهہ کن قدمن جي ڊوڙ بعد ٻچڙو شڪار سميت ٿي پيو ۽ هيٺ زمين تي ڪري، ڪينهوڙي وانگر ليٽندو ويو.

"جيئرو جهليوس! جيئرو جهليوس!" امير امان جي پويان واڪو ڪيو.

جيڪو خدمتگار سهي کي ويجهو وڃي پهتو هو، تنهن سهي کي چنگهہ کان جهليو. بازدارن پکي وڃي ورتا ۽ انهن کي دستور موجب "چڪ" (۱) ڏنائون.

سهي کي هڪ خالي خرجين ۾ وجهي، امان شڪارگاهہ ڏي وڌياسين، جت اڳي هڪ مشهور تلاءُ وٽ پهتاسين. بازدار اتي امان کي ٻيهاري پاڻ جنگ جي معاملي وانگر رٿ تيار ڪرڻ لڳا تہ شڪار تي حملو ڪيئن ڪجي.

امان جي ماڻهون بي الت شڪار هوا! سچ پچ شڪار

---

(۱) "چڪ"، بازدارن جي اصطلاح ۾ مغز يا رت جو ذرو سواد وٺڻ لاءِ.

جي شوقينن جي لاءِ دل وڻان نظارو هو. ٻاڙيءَ جو نيرو ته، جنهن تي ڪٿي ڪٿي سنئور جا ساوا ٻيا هئا، ڏري گهٽ سڄو ئي پکين سان ڍڪيو پيو هو. ڊانڊ جي ڪپ سان مرغابين جا ولر هئا، ٻڏڪون قطار ڪري بيٺي ترنديون، ڀريرو قاز هئا، سارس (۱) پکي جوڙا جوڙا ڪري بيٺا هئا! ـــ الائي ته ڪيترا ڀانت ڀانت جا پکي هئا!

باز ٻاڙيءَ جي مٿان پکين تي حملو ڪرڻ پسند نٿو ڪري، پر جڏهن تلاءَ جي رهواسين مٿي هوا ۾ باز کي پنهنجي مٿان اڏامندي ڏٺو ته منجهائن ڪي چيهون ڪري، قطار ٺاهي، بيٺي تلاءَ ڏانهن اڏاڻا.

انهن جي پٺ وٺڻ سان هڪ باشو ضايع ٿئي ها. ٻيا پکي وري تلاءَ جي چوڌاري ڦرڻ لڳا ۽ ان کان ٻاهر اعل ٿي نڪتا. ڪي اجل جي سامهون آيا ۽ گهڙيءَ کن ۾ ڍيري ٿي پيا. اسان انهن کي گڏ ڪرڻ ۾ اڌ ڪلاڪ کن وڃايو.

ان ڪانپوءِ اسان اڳتي هلياسين. اوچتو اسان جي بازدار جي اک وڃي هڪ عقاب تي پيئي، جو گهڻو مٿي هوا ۾ پئي اڏاميو. ارادو اهو هئس ته هڪ باشو شڪار ڪري. جيئن اسان هڪ تلاءَ کان ٻئي تلاءَ

(۱) هندستان ۾ سارس پکيءَ کي مارڻ خراب سمجهيو وڃي ٿو. ان پکيءَ لاءِ ڪيئي ڏند ڪٿائون آهن. عام طور ائين سمجهيو وڃي ٿو ته جيڪڏهن جوڙي مان ڪوبه هڪ ماريو ته ٻيو به فراق ۾ مري ويندو.

ڏاڍي پئي وياسين ته عقاب به اسان جي پٺ وٺيو پئي آيو. بازدار ان کي پٺون ۽ پارانا پئي ڏنا پر عقاب برابر مٿان پئي اڏاميو ۽ لاچار هر دفعي اسان کي اهو هنڌ ڇڏڻو پئي ٿيو.

بهرحال، اسان کي شڪار ۾ ناڪاميابيءَ جي شڪايت نه هئي، ڇو ته شڪار گاهه جي ٻاهران گهڻائي ڪارا تتر جهٽ مان پڙڪا ڏيئي ٻاهر نڪتا. ستت اسان ڏهاڪو کن تتر ماريا. تتر جي شڪار ۾ باشو شڪري کان زياده ڪمائتو ٿئي آهي. باشو وڌيڪ تيز، ڦڙت ۽ سگهو آهي.

واپس اينديءَ اسان هڪ ٻئي واقعي جو مزو ڏٺو.

امير پنهنجي باشن بابت ڏاڍي پڪاڪ هئندو هو. جي "منهنجا باشا سڄيءَ بادشاهيءَ ۾ اول نمبر بازدار جا پاليل آهن، پر هن ڀيري اسان جيڪي ڪجهه ڏٺو، ان مان سندس باشن جي ايڏي تعريف ته جائز نٿي نظر آئي. مان ڀانيان ٿو ته کيس به ان ڳالهه جو احساس پئي ٿيو، ڇو ته واپسيءَ وقت هو خاموش هئو ۽ ڪائنس نه رکيو ڪل پيرک وسري ويو هو، پر سڄي هڪ ڪلاڪ جي مسافريءَ ۾ هڪ دفعو به ڪاڪوسل کي "ڪتي جو پٽ" ڪونه ڪوٺيائين.

ستت کيس ناميديءَ جي اونده ۾ روشنيءَ جو هڪ ترورو نظر آيو. هو گهوڙيءَ تان لٿو ۽ گهوڙي هڪ خدمتگار جي حوالي ڪري وڏي بازدار وٽ ويو.

۽ ڪاٺنس پنهنجو دل گهربو باشو ورتائين. باشي جي اکين تان ڏڪ لاهي، بازدارن کي چيائين ته ٻيا چار باشا تيار جهلي بيهو. امان کي سندس ارادي جو پتو پوي ئي پوي نٿو، ڪانءُ اگ پنهنجو باشو مٿي هوا ۾ اڏامندڙ هڪ سرڻ ڏانهن اڏايائين. باشو ترت وڃي سرڻ کي سٽائو پيو. سرڻ به مقابلي لاءِ تيار ٿي. امير ٻيو باشو اڏايو جو به سنت. وڃي سرڻ کي سٽائو پيو. اتي سرڻ به دشمن ڏسي خوف، مان چيٽون ڪيون ۽ بچڻ جي ڪوشش ڪيائين. سندس توجهه ٻنهي باشن ڏانهن هو، جن ذري ذري سندس مٿان لامارا ڏيئي ڪيس اهو احساس پئي ڏياربو ته خطرو ويجهو آهي.

اوڏيءَ مهل مون امير کي چيو ته باشن جي مدد لاءِ لغڙ موڪل، پر هن انهن ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو ۽ چيائين ته منهنجا باشا ڪم ڏيکاريندا. تنهن وچ ۾ ٽيون باشو ڇڏيو ويو. هوڏانهن سرڻ ٻن باشن جي وچ ۾ اڪيلي موڪي ٿي پيئي هئي.

هڪ باشو تمام سوڙهو پئي پيس، جنهن سان بهادريءَ سان پئي وڙهي، ڏڪ جي عيوض ڏڪ پئي هنيائين. سندس مثال ائين هو جيئن ڪا ٻلي ڇتي ٿي ڪنهن ڪنڊ ۾ وڃي ڦاسي، پر سندس همت. گهڻو جتاءُ نه ڪيو، ڇو ته ٽيون باشو موقعو وٺي سندس پٺيءَ تي چڙهي ويٺو ۽ فوراً ان ڪاٽپوءِ ٻئي باشي سندس مٿي ۾ پنهنجا چنبا کٽي ڪوڙيا. پوءِ ته ٽيئي هوا مان ڦتڪندا

مڙو اچي امير جي پيرن وٽ ڪريا! بازدارن مان هڪڙي
ڇٽي بدنصيب سرڻ جي ڳچي وٽ ڏڪ هڻي ڪيس
ماري ڇڏيو.

باشن جي بهادريءَ تي ابراهيم خان خوشيءَ ۾ ٽڙڻ
لڳو. سندس ڇهري تي مشڪ هئي، ۽ مون جاچي ڏٺو
ته جيئن اسان وري گهوڙن تي سوار ٿياسين ته هو
منهنجي انهيءَ خيال تي ڪيترائي دفعا ٺوڪ طور کليو
ته سندس باشا اهڙا ڪي تمام اعليٰ درجي جا پکي نه هئا.

## خيروءَ جو بيوقتو خاتمو

اسان — يعني، منهنجو دوست ابراهيم خان ٽالپر،
پنهنجي پيشڪار ڪاڪومل سان، ۽ مان، هرچند سان —
امير (۱) جي ڳوٺ ۾، ٽم جي وڻن هيٺان نهٽ جون
ڪرسيون وجهي ويٺا هئاسين. شام جي مهل هئي. اسان
سڄو ڏينهن پوسل واري جهنگ ۾ هل هلان ۾ گذاريو
هو. اسان جي پٺيان منهنجي مڏي هئي، جا هڪ ٻن تنبن
۽ اڌ ڊزن قناتن تي مشتمل هئي. گهوڙن تان منجهه لٿل
هئا، اٺ هشيا ويٺا هئا ۽ اٺين تي لڳو ته ڇڻ پنهنجن
ڏکن سورن تي ويچار ڪري رهيا هئا؛ پريرو سنڌي،
افغان ۽ بروهي ٽوليون ٺاهيو ويٺا هئا، منجهانئن ڪي
شڪار ڪي ٽڙڻ لاءِ هئا، ته ڪي گهوڙن ۽ اٺن ڪاهڻ
لاءِ هئا. انهن مڙني ۾ منهنجو بورچو گيز بورچي انٿونيو
وڏي ڏک ڏئي ويٺو هو. اسان جي سامهون، امير جا

---

(۱) امير = ابراهيم خان ٽالپر. (مترجم)

خدمتگار اڌ گول ٺاهي ويٺا هئا، هنن تمام ٻه ٽي ڇڪيو ۽ پاڻ ۾ گفتگو ٻه ٽي ڪئي، ۽ ساڳئي وقت اسان جي چپن مان موتين وانگر نڪرندڙ سياڻپ جا اکر ايتري ڌيان سان ويٺي ٻڌائون، جيتري ڌيان سان انگريزي عدالت ۾ وهندڙ امينن جي ٽولي موت ۽ حياتيءَ جي معاملي تي غور ڪندي آهي.

اها مهل سنڌ ۾ ڊسمبر جي مهيني جي هڪ وڻندڙ شام هئي، ۽ ان جي ڪيفيت انگلنڊ ۾ مئي مهيني ۾ ڏينهن جي پڇاڙيءَ واريءَ مهل جهڙي هئي. اولهه طرف آسمان ۾ گلابي رنگت تي مائل لالاڻ پکڙجي رهي هئي. هلڪي ٿڌڙي هير پئي لڳي. افق تي هلڪو ڌنڌ پکڙجڻ لڳو، جنهن جي اکيان واڱڻائي روشنيءَ ۽ گهاڙهسريءَ ڇانو جا اهڙا ته وڻندڙ پردا هئا جو انهن تي نظر ڄمائي وهڻ ۾ لطف پئي آيو. ٿوري ۾ اٿين ڇڪجي ته اسان جي اکيان هڪ من موهيندڙ منظر هو.

اسان جي پرن کان ٿورو پريرو هڪ ڪسي پئي اڙهي، جنهن جو پاڻي امير جي باغ اندر ڇن لڳل حوض ۾ وڃي ٿي ڪڏ ٿيو. اها ڪسي هئي ته ڪوٺيل، پر لڳي ائين پئي جو ڄڻ ته قدرتي هجي. ان ڪسيءَ جي ٻنهي ڪپن مان نم جا وڻ هئا، جن جون زمردي ڏاريون گهاٽي ڇانو ڪري بيٺيون هيون، ۽ شام جي هلڪيءَ هير ۾ لڏڻ ڪري، منجهائن "مرمر" جو آواز پئي نڪتو، جنهن ۾ درد ڀريو سنگيت هو.

"هاءِ!" امير هڪ ٻڪهي وڻ ڏي اشارو ڪري چيو، "هنن وڻ جي هيلان جيڪر ڪيڏيءَ نه خوشيءَ سان سڄي عمر گذاري ڇڏجي! رڳو ان جي ڇوڏاري نڌا پٽين وانگر وڃهي ڇڏجن! ماڻهو ڪيستائين جيئرو هوندو ۽ آخر گهڻو ڪائي گهڻو ڪائيندو!"

رات جي مانيءَ جي مهل هئي: امير جو خيال وقت پٺاندر وڏيءَ اهميت وارو هو. هرچند ۽ ڪاڪو مل (جي هٿي ڪانئي ٻي وٺا هئا) "واهه، واهه!" ڪئي، پر هڪ ٻئي ڏي اک ٽيڏي ڪري ٻه نهاريائون — وڻ جي هيٺان رهڻ جو خيال چنڪو هو.

"نم جو وڻ" ڪاڪومل پاڻ کي پنهنجي محسن جي پٽيرائي ڪرڻ لاءِ پابند سمجهي چيو، "حق تي آزاد درخت (١) سڏجي ٿو. چڱن ڪمن ڪندڙ ماڻهوءَ وانگر اهو وڻ به هميشه موج ۾ رهي ٿو" — (ياد رکي ڇڏيو ته ڪاڪو وڏو بدمعاش هو)؛ — "۽ اهو وڻ ڪوبه ميوو نٿو جهلي، جيئن الله وارن لاءِ اجر هن حياتيءَ ۾ نه آهي."

امير تي ان ڳالهه جو اثر پيو، جيئن پڻ ماڻهن جي ميڙ تي به پيو، جن مان هر هڪ پاڻ کي "ميليا آزاديڪٽا" جي حيثيت ۾، ڪاڪوءَ سان پيڻ لڳو.

---

(١) انهيءَ ڪري ئي "علم نباتات" ۾ انهيءَ وڻ کي "سيليا آزاديڪٽا" سڏيو ويو آهي. ان جا پن، گوريون ناهي، ڪاربهر جي زهر جي اثر کي لاهڻ لاءِ ڪمبا آهن. (مصنف)

"سچ آهي، هائو." هريءَ ورندي ڏني، "۽ الهيءَ مان دنيا کي وڏو فائدو پهچي ٿو: ان جا پڻ نانڪ پلا جي زهر لاءِ اڪسير آهن ۽ جيئن رضا تي واضي رهڻ دنيا جي طمع کان بچڻ جو موثر علاج آهي"- (هري پڻ گهٽ ۾ گهٽ ڪاڪوءَ جيترو بدمعاش هو)— "تنهن ڪانسواءِ ان جي ڏارين جا ڏندڻ ڏاڍا مٺا ٿا ٿين."

"پر ڪڙ جي ٻاڙ جي ڏندڻ جهڙا نه" امير وچ ۾ چيو، اسان جو رسول پاڪ اهي استعمال ڪندو هو، تنهنڪري هر سچي مسلمان کي انهن ڪرڻ گهرجي. پر توهان چئو سچ ٿا، بيشڪ نم جو وڻ فقير آهي." ,

"انهيءَ تي" هريءَ ڳالهه کي اڳتي کنيو، "شاعر چيو آهي:

"ماڻهوءَ جي فطرت ڪڏهن به نه بدلجندي
جيئن نم ڪوڙي جا ڪوڙي هوندي
توڙي جو تون ان جي کير ۽ ماکيءَ سان آبياري ڪر."

اسان مزي ۾ ڪنڊ ڏوڻ پئي ڪئي، مان ڪجهه سوچي رهيو هئس، جو اسان سيني جو ڌيان هڪ غير متوقع واقعي ڪري ڇني ويو.

ڪانون جي وقتي "ڪان! ڪان!"— جنهن تي هندستان جي سياحن جو ڪن هري ٿو وڃي— جي پدران اوچتو ٿي اوچتو، اسان جي چوڌاري، ڪانون ايترو ته هل ڪيو جو اسان مان هڪ به اهڙو نه رهيو، جنهن ڪنڌ مٿي کڻي نه نهاريو.

هندو ڪانو کي پاڪ پکي سمجھندا آهن، ۽ شايد اها ڳالهه ئي ڪانو جي ايڏي گستاخ ٿيڻ جو سبب آهي. ڪن ڪن موقعن تي ڪانو کي اباريل جانور ۽ پيون، لذيذ شيون ڏنيون وينديون آهن، جنهن ڪري ڪاڏي جي وڏ پچاءَ وقت ڪانو کان صبر ڪڏهن به نه ٿيندو آهي. مون ڪيترائي دفعا ڏٺو آهي ته ڪانـو لامارو ڏيئي بکئي ڪتي وٽان هڏو کڻي ويندو آهي، ۽ ڪتي کان اهـو هڏو ڇڏائڻ لاءِ ان جي منهن تـي پنهنجي پکهيءَ ڇهنب سان ڏاڍي زور سان ٺونگا هڻندو آهي.

اوهان کي ڪانون جو مزو ڏسڻو هجي ته جنهن وڻ تي ڪانو گهڻا ويٺا هجن ان تي پنهنجي نوڪر کي چاڙهيو ۽ چئوس ته ڪانو جو آکيرو لاهي.

اسان جي ڪچهريءَ ۾ ڪانون جي گوڙ جو سبب سنت اسان کي معلوم ٿي ويو. ڇا ٿيو هو ته منهنجي بورچيءَ منهنجي رات جي مانيءَ لاءِ هڪ ڇوزو پچايو هو ۽ ان کي بيخياليءَ ۾ اتي ئي ڇڏي پاڻ اٿي ويو هو. انهيءَ ڇوزي تي هڪ ڪانو جي وجهي ڪا اک پئي، جنهن جي ڇهنب پر واري ئم جي وڻ جي ڇوڏي جهڙي سڪي ۽ سخت هئي. اک ڇنڀ ۾ لامارو ڏئي ۽ ڇوزي کي ڇهنب ۾ سوگهو ڪري اڏائـو. انهيءَ ڦورو، لٽيري ڪانو جي هڪ پاسي کان سندس سنگتي ساٿي ولر ڪيون انهيءَ نيت سان اڏاڻا پئي ويا ته ڦر لٽ جي مال مان ڪين به ضرور ڪو ذرو نصيب ٿيندو

۽ ٻئي پاسي کان منهنجو ٻورچي، نوڪر، خلاصي ۽
گهوڙن ۽ اٺن هڪلڻ وارا سڀ، ڪانون جيتري ئي
جوش خروش سان، انهيءَ نيت سان ڊورو لنبيري ڪانو
تي پٿرن جو وسڪارو ڪندا پيا ٿي ويا ته ڪانئس
چوزو ڇڏائين.

"خيرو لغڙ گهرائي وٺ،" امير ڪاڪوءَ کي انهن
مرهات ڪري چيو جو چڻ ته پڻ هئس ته مٿان ڪو
ڪانو ٻڌي وٺي. ٻڪ ٿي ٻڪ، امير انهن ٿي سمجهيو
ته جي ڏاڍيان ڳالهائيندس ته ڪانو ٿالو سمجهي ويندا.

خدمتگارن مان هڪڙو آهستي زمين تان اٿيو ۽
بيتوجهيءَ سان چوڌاري نهاري، رستو ڇڏي، پاسي کان
امير جي محلات ڏي روانو ٿيو.

اتي جو اتي ٻه ماڻهو آيا، جن کي سايون پوشاڪون
پيل هيون ۽ ڪنهن تي چادرون اٿين وڏيون
هئائون جو سندس ٻالهون ٿونين تائين ڍڪ ۾ نه اچن.
انهن جي پويان خدمتگار ڍڪن کڻ گليلڙيون ۽ تير
ڪمانون کڻي آيا. (گليلي يورپ ۾ انهن حرڪتي ٻارن
لاءِ ڪم جي شيءِ ٿيندي، جن کي پنهنجي ٻاڙيسرين
جي دڙهن کي پيچڻ ۾ مزو ايندو آهي.)

اوچتو ڪانون مان هڪڙي جي اک وڃي نوڪرن
جي هٿن ۾ نباهيءَ جي انهيءَ سامان تي پيئي. پوءِ ته
هر ڪانو جي وات مان زور سان "ڪان! ڪان!" جو
آواز نڪتو، ۽ ڪي ڪانو، جيڪي اڏامي رهيا هئا،

وڻن جي پنن ۾ ڪا محفوظ پناهه جي جاءِ ڳولڻ لڳا ته ڪي، جيڪي اڳ ۾ ڌارين ني ويٺا هئا، ڪنهن ڦڙڪائي پرن جي واٽ ونڻ لڳا. انهيءَ هنگامي ۾ مورڳو چوزو ئي ڪانئن خيال تان لهي ويو.

”پلي نه اهو چوزو وڻ جي هيٺان پيو هجي. جي اسان توجهه نه ڏينداسين ته ڪو نه ڪو ڪانو ڇاڙ هيٺ لٿو“ امير چيو: ”خيروءَ کي تنبوءَ ۾ ڪٺي وڃو ۽ تير ڪمانون لڪائي ڇڏيو.“

آزمودگار بازدار صحيح هو. انڪل ڏهن منٽن کانپوءِ وڻن جي پنن مان هڪڙو ڪانو نڪتو ۽ وري پنن جي هڪ جهڳٽي ۾ ماٿ ڪري ئهي ويئو. انهيءَ جي پٺيان ٻيو ۽ پوءِ ٽيو آيو، تان جو اسان کي ڏهن کن ڪانو نظر آيا.

”پڪي ڪٺي اچو“ امير مرڪات ڪيو.

بازدار تنبوءَ مان نڪري آهستي آهستي آيو، خيرو لغڙ (۱) دستيءَ (۲) کي سوگهو جهلي، سندس ڪرائيءَ تي اڻيون ونلي هئي جو جڻ ته حملي لاءِ تيار هئي. سندس اکين تان ڍڪ لاٿو ويو ۽ پوءِ جيئن جو هڪ ٿلهو متارو وڏو ڪانو وڻ تان هيٺ لٿو ۽ زمين تي پيل

---

(۱) لغڙ = باز جي قسم جو پکي، بت ۾ اصل باز کان ڪجهه وڏو.

(۲) دستي = مشرقي بازدار دستاني جي بدران هڪ سوٽي چو ڪنڊيارو ڪپڙو استعمال ڪن ٿا. (مصنف)

ڇوزي ڏي وڌيو ته خيرو زوءِ مان ڏانهس اڏاڻي ۽
اک ڇنڀ ۾ وڃي مٿانئس ڪڙڪي.

غلغلو مچي ويو! هر بلوچ، جنهن کي تير ڪمان
جو استعمال ايندو هو، ڪمان ۾ تير وڌو ۽ پوءِ اسان
سڀ ڪليل ميدان ۾ تماشو ڏسڻ لاءِ ڊوڙياسين.

ڪانو باز ڏسي ڇوزو ڇڏي، ”ڪان! ڪان!“
ڪندو، وڻ ۾ لڪڻ لاءِ ڀڳو. پنهنجي سنديس جبرو
دشمن ڪاهه ڪيون پٺي آيو.

هاڻي هرڪو جوش ۾ آهي. خدمتگار رڙيون ۽
واڪا ٿي ڪيا ڪن ۽ هيڏي هوڏي ٿي ڊوڙن ته جيئن
شڪار (ڪانو) هيڪاري ڊڄي. ڪانو پناهه جي جاءِ
ڳولڻ جي ڪوشش پيو ڪري، پر ڪا مليس ڪا نٿي.
خيرو پٺيان لڳي ٿي اچيس ۽ جيئن پوءِ تيئن ويجهو
پوندي ٿي وڃيس. ڪانو کي ڪا نئين چال ڪرڻي
پيئي. اجهو هوا ۾ چوگرد (گول) ڦيرا پائڻ شروع
ڪيا ائين ۽ جيئن پوءِ تيئن ڦيرا (گول چڪر) ننڍا
ڪندو پيو وڃي. پر خيرو ڪيئن اچي ڀڳي آهي، بس
هڪڙي پٺي لاماري سان جهٽي وٺندس. ڪانو
چالاڪي ڪري، هيٺ پاڻ ڇڏي ٿو، ڇنهنب ۽ ڇنبن
سان خيروءَ جي حملي مان پاڻ بچائي ٿو وڃي، ۽ اهو
سمجهي ٿو ته باز ڪان وٺي ڪري وڃڻ ۾ ڪامياب
ٿيو آهيان، پنهنجي پناهه جي جاءِ ڏانهن پڇي ٿو پناهه
جي جاءِ ويجهي آهي، اها ڪنڊن وارين سڪڻ

ڪانئن جي پئيان آهي، منجهانئس ڪانُون جي هڪ البوھ جا آواز پيا اچن. خيرو هڪ سپاهيءَ وانگر نازڪ گهڙيءَ کي خيال ۾ رکي، پنهنجي پرن کي پٺي زور سان هلائي پنهنجي شڪار کي پٺيان وڃي ٿي پڪڙي، ڪيس چوھ. مان هيٺ ڇڪي ٿي، ۽ زمين کي ويجهو ٿي، پنهنجا پرَ وماڻ. ڇڻيءَ وانگر ڦهلائي ٿي.

مقابلو اڃا ختم نہ ٿيو آهي، شڪار ڏڪ ڪانئڻ جي باوجود اڃا بہ بهادريءَ سان وڙهي رهيو آهي. هيءَ اها گهڙي آهي جڏهن بازدار کي پنهنجي پکيءَ جي مدد ڪرڻ گهرجي. پنهنجي زخميل ساٿي جي داٻهن تي هوشيار ٿي، ڪانون جو هڪ ولر پر وارن شرم ـبوتيءَ جي جهڳٽن پٺيان نڪري ٿو ۽ گـوڙ شور ڪندو خيروءَ جي مٿان لامارا ڏئي ٿو ۽ وقتي ان کي چنهنبن سان نوڪدا هڻي ٿو. اسان خيروءَ کي خطري ۾ ڏسي ڏڪي ٿا وڃون— پر رڙيون واڪا ڪندا، ڪانون کي گليلا هڻندا، سندن پٺيان ڀڄندا وڃون ٿا. سٽت، اسان کين ڀڄي ٿا وڃون پر افسوس مهل نڪري ويئي! جيئن ئي اسان انهن بوڙن ۾ لڳي پئون ٿا جيڪي اسان جي ۽ باز جي وچ ۾ آهن تہ ويهارو ڪن ڪانو اسان کي ڏسي، زمين تان ڀڄن ٿا: بازدار نڪو نڪو لغڙ ڏي وڃي ٿو. شڪار (ڪانو) مئو پيو آهي، ۽ جڏهن خيروءَ کي هٿ ۾ اسان پندرهن ڇٽا ڇتائي ڏسون ٿا تہ پتو پوتي ٿو تہ ويچاري خيرو اڪيون وڃائي ويٺي آهي

۽ ڪوس ايترو نه ٿولگن ۽ ڇنبن مان ڦٽيو وڍو آهي جو اسان منجهان ڪنهن ڪان وڏيڪ اميدن ڀريل شخص به خيروءَ جي موت ڪي يقيني ٿو سمجهي.

الا، ويچاري خيرو!

”موت ڪي سمجهي ٿي ڪونه ٿو نه ڪڏهن هنن ڀٽيل ڪالگن (١) وٽان ڪو خير ٿيو هجي“ امير اسان مان گڏ ڀلتي موٽندي چيو، ”مون کي ڀڪ آهي ته انهن مان هڪڙي منهنجي پاءَ کي مينا ۾ ماريو هو. سچي رات هڪ وڏو ڪارو ڪالـو سندس ننبوءَ جي مٿان ويٺو رهيو ۽ هن تي اچڻ واريءَ مصيبـت جي اڳ ڪٿي ڪندو رهيو. اسان انهيءَ ڇنبڙي ڀڪيءَ کي ڇهه دفعا ڀڄائي ڪڍيو هو پر وري به موٽي ٿي آيو.“

”نڌهن به“ ڪاڪو مل راڙني ڪئي، ”ڌهنگلي ڪانو، غراب البين، کي شاعرن مجرد (٢) سڏيـو آهي ۽ ڪيس پنهنجي محبوب ڏانهن نياپي موڪلڻ لاءِ قاصد بڻايو اٿون.“

”اهي گڏهه آهن، گڏهن جا پٽ! ۽ تون، اڙي ڪاڪو! ڪل ٿي ڪانو ڪافر نه ناهن!“ امير ابراهيم خان ڪاوڙ مان چيو، ”انهن، تنهنجن مائٽن، ڪـين ويچاريءَ خيروءَ لغڙ جو ڪيـس ڪيو آهي؟“

---

(١) ڪانگ، سنڌيءَ ۾ ڪانو جو نالو. (مصنف)

(٢) مجرد، اڪيلو جنهن کي دنيا جي معاملن جو خيال ۽ غرور نه هجي. (مصنف)

هن ڪتاب ۾ محمد اسماعيل عرسائيءَ سنڌ ۾ ذري گهٽ هر شڪار تي لکيو آهي.

عرسائيءَ نه رڳو تترن، بلبلن، پٽڙن، ميرن، ڏيڏي (آبي) پکين جي شڪار ڪرڻ جي جدا جدا طريقن جي باري ۾ لکيو آهي، پر تنهن کان سواءِ انهن مڙني ساهه وارن جي قسمن، عادتن ۽ رهڻي ڪهڻيءَ تي به لکيو آهي. ٻي مکيه ڳالهه جا هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي، سا اها ته انهن سڀني ماڳن، هنڌن جو ذڪر ڪيل آهي جتي جدا جدا موسمن ۾ اهي شڪار ملن ٿا.

هن ڪتاب کان پوءِ رڳو سهن، روجهه، تلور ۽ ڦاڙهي جا شڪار رهن ٿا.

سنڌ ۾ شڪار جي ڪيتر تي سنڌيءَ ۾ هي پهريون ڪتاب آهي. هن کان سواءِ سؤ سال کن اڳ سر رچرڊ برٽن سنڌ ۾ شڪار تي هڪ انگريزيءَ ۾ ڪتاب (Falconery in the Valley of Indus) لکيو هو، پر اهو صرف باز سان شڪار ڪرڻ جي باري ۾ هو. (اهو ڪتاب به ضميمي طور هن سان گڏ شامل آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو غلام ربانيءَ ڪيو آهي).

سنڌ ۾ شڪار تي هي ڪتاب نه صرف شڪار جي شوقينن کي، پر هر سنڌيءَ لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيندو، جو سنڌ جي مجموعي چاڻ لاءِ هي ڪتاب ضروري آهي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاڏو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوائ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بِين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ، ساوا توڙي نيرا، توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)